پالک کتاب مالها
ڈاکو: تیون

# جاکوڑي پالک



لیکک: نیکولائي نوسوف
مترجم: عطا محمد ینیرو

# جا ڪوڙي ڇالڪ




ليکڪ
نڪولائي نوسوف

مترجم
عطا محمد ڀنڀرو



فينيڪس بُڪس، حيدرآباد

ڪتاب جو نالو : جاکوڙي ٻالڪ
موضوع : ٻاراڻو ادب
ليکڪ : نڪولائي نوسوف
مترجم : عطا محمد ڀنڀرو
ڇاپيندڙ : فارين لينگوئجز پبلشنگ هائوس، ماسڪو (انگريزي ڇاپو 1954ع)
ڀوپال پبلشنگ هائوس، ڀوپال انڊيا (هندي ڇاپو 2009ع)
فينيڪس بڪس، حيدرآباد (سنڌي ڇاپو 2011ع)
لي آئوٽ : فينڪس بڪس ٽيم
ڳاڻيٽو : ٻه هزار
قيمت : -/70 روپيا



| | | |
|---|---|---|
| Title | : | Jolly Family |
| Authored by | : | N. Nosov |
| Translated by | : | Atta Muhammad Bhanbhro |
| Published by | : | Foreign Languages Publishing House, Moscow (English Edition 1954)<br>Bhopal Publishing House, Bhopal, India (Hindi Edition 2009)<br>Phoenix Books, Hyderabad (Sindhi Edition 2011) |
| Layout | : | Phoenix Books Team |
| Copies | : | 2000 |
| Price | : | Rs. 70/- |

# فهرست

# ٻه اکر

سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪيترائي ٻاراڻا ڪتاب شايع ٿي رهيا آهن. پر پوءِ به هڪ اهڙي ڪتابي سلسلي جي اشد ضرورت هئي، جيڪو ٻارڙن جي ذهنن جي منظم ۽ باترتيب آبياري ڪري سگهي.
فينيڪس بوڪس ٽيم وٽ ڪافي عرصي کان هڪ اهڙي ڪتابي سلسلي شروع ڪرڻ جي رٿا هئي، جنهن تحت ٻارڙن جي نه رڳو تعليم ۽ ترتيب ڪري سگهجي، پر کين مستقبل جي للڪارن لاءِ تيار به ڪجي.
جاڳايل ٻاراڻي ڪتابي رٿا کي هڪ مقصد هيٺ ٽن ڏاڪن ۾ ورهايو ويو آهي. پهرئين ڏاڪي ۾ چوٿين کان پنجون درجو ٻئين ڏاڪي ۾ ڇهين کان اٺون درجو ۽ ٽئين ڏاڪي ۾ نائين کان ڏهون درجو شامل آهن. هن ٽئين ڏاڪي ۾ جڳ مشهور روسي ليکڪ نِڪولائي نوسوف جي مشهور ڪتاب "جولي فيملي" جو ترجمو بعنوان "جاڪوڙي ٻالڪ" پيش ڪري رهيا آهيون.
هي ڪتاب 1954ع ۾ فارين لئنگوئج پبلشنگ هائوس، ماسڪو پاران انگريزي ٻوليءَ ۾ شايع ڪيو ويو هو. روسي ٻوليءَ مان انگريزيءَ ۾ ترجمو پروڪوفيوا ڪيو ۽ ڪتاب ۾ ڏنل دلچسپ خاڪا ڪِناوالوف تخليق ڪيا آهن. هيءُ ڪتاب ٻارن ۾ جستجو جو جذبو جاڳائي ٿو. ان ڪانسواءِ ٻارن کي خود تجربا ڪرڻ ۽ سکڻ لاءِ پڻ اتساهي ٿو.
مٿي ذڪر ڪيل رٿا تحت ٽنهي ڏاڪن هيٺ نوَ موضوع متعارف ڪيا ويندا جيئن: فطرت، فطري لقاءَ، سنڌ شناسي، آکاڻيون، ماحوليات، صحت ۽ صفائي، رياضي، فلسفو اڳواڻ ۽ شاعري وغيره.
هن رٿا هيٺ ٻاراڻي ادب جا شاهڪار ڪتاب ترجمو ڪري ٻارن لاءِ شايع ڪيا ويندا ته جيئن هو شعوري طرح دنيا جي ٻارن سان ڪلهوڪلهي ۾ ملائي سگهن. ان ڪانسواءِ سنڌ جون ٻاراڻيون لوڪ ڪهاڻيون پڻ شايع ڪيون وينديون ته جيئن ٻار پنهنجي ثقافت، علم ۽ ادب کان به واقف ٿي سگهن.

**روزينا جوڻيجو**

فينڪس بُڪس

حيدرآباد



# اهم فيصلو

هيءَ انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن مون ۽ مُشڪا ٽين جي ڏيڍي مان هڪ ٻاڦ واري انجڻ ناهي هئي، جيڪا ٽڪاءَ ڏئي اوچتو ڦاٽي پئي هئي. ٽيو هيئن هو جو مُشڪا ڏيڍي ۾ پاڻي تمام گهڻو ٻڙڪايو جنهنڪري ان ۾ ٻاڦ گهڻي گڏ ٿي وئي ۽ ڦاٽي پيو. مشڪا جا ياڱ پلا هئا جو ڪوسيءَ ٻاڦ هن جي هٿن کي رڳو ٿوري لهس ڏني. سندس ماءُ ڪيس سڙڻ وارو ملم مَکيو جيڪو ٻاڦ جي لهس جو هڪ سٺو علاج آهي. جيڪڏهن اوهان کي منهنجي هن ڳالهه تي ويساهه نه ٿو اچي ته توهين پاڻ به هن ملم کي آزمائي ڏسو. ٻاڦ جي لهس اچڻ کان جلد پوءِ اهو ملم لائي وٺو نه ته لهسيل کل ڦلوڪڙو ٿي جسم تان لهي ويندي.

ٻاڦ واري انجڻ جي ڦاٽي پوڻ کان پوءِ مُشڪا جي ماءُ اسان کي ان سان راند ڪيڏڻ جي موڪل ڪانه ڏني ۽ ان کي گند جي ٽوڪريءَ ۾ اڇلائي ڇڏيو. جهٽ لاءِ اسين ته منجهي پيا سون ته ڇا ڪريون؟ ائين ٿيو به اوچتو هو، جنهنڪري اسين وائڙا ٿي ويا هئاسون، ۽ ڪجهه به سوچي ويچاري ڪونه پئي سگهياسون.

اجان بهار جي رُت جي شروعات هئي. ڇوڏاري برف ڳرڻ شروع ٿي چڪي هئي. پاڻي ننڍا ننڍا وهڪرا بڻجي گٽرن ۾ وهي رهيو هو. بهار جي سهڻيءَ رُت جو سج هر گهر جي دريءَ مان لياڪا پائي رهيو هو. پر مُشڪا ۽ مان موڳا ۽ ويڳاڻا هئاسون. هونئن اسان جي جوڙي کل يوڳ واري جوڙي رهي آهي ۽ اسين سدائين کلڻ ڪجڻ ۾ ٻـڌ ۽ جُهٽ هوندا آهيون. اسين جڏهن ماٺ هوندا آهيون ته ملول هوندا آهيون ۽ جڏهن ڪرڻ لاءِ ڪجهه به نه هوندو

آهي تہ ہئي ڄڻا گڏجي ويهي سوچيندا آهيون تہ هن مونجهہ مان جند ڪيئن ڇڏائجي؟ اهڙيءَ ريت اسين مانار مان آجا ٿي، ڪنهن ڪِرت کي لڳي ويندا آهيون.

هڪ ڏينهن مان مُشڪا سان ملڻ ويس تہ ڏٺم تہ هو ميز تي رکيل هڪ ڪتاب مٿان جهڪيو ويٺو هو ۽ ان کي ڏاڍي ڌيان سان پڙهي رهيو هو ۽ سندس مٿو هٿن ۾ هو. هو ايڏو تہ بي خبر هو جو مان سندس ڪمري ۾ داخل ٿيس تہ ڪيس پروڙ ئي ڪانہ پئي. جڏهن مون در تي ڏاڍيان ٺڪ ٺڪ ڪئي، تڏهن وڃي مٿو مٿي ڪيائين.

"اڙي نڪولاز، تون آهين!" هن مون کي ڏسندي ئي امنگ وچان رڙ ڪندي چيو.

مُشڪا مون کي اصلي نالي سان ڪونہ سڏي ۽ ٻين وانگي ڪوليا جي نالي سان سڏيندو آهي. هو منهنجن نون نالن ايجاد ڪرڻ جو بہ وڏو ماهر آهي ۽ ڏهاڙي نون نون نالن سان پڪاريندو آهي، جيڪي ڏاڍا عجيب غريب هوندا آهن. اهڙيءَ ريت هو مون کي ڪڏهن نڪولا، تہ ڪڏهن مڪولا سڏيندو آهي. ڪڏهن وري مِڪولا سيلياني نووچ يا ميڪلوحا مڪلا بہ سڏيندو آهي. هڪ ڏينهن تہ هن مون تي نڪولا نالو بہ رکيو هو.

هو مون تي هر روز نوان نالا رکندو آهي. مان سندس اهڙيون ڳالهيون دل ۾ ڪونہ ڪندو آهيان. هو مون سان پيار ڪندو آهي، ۽ نالو بہ پاڻ مان ونندو آهي، تنهنڪري جهڙا ۽ جيترا بہ نالا رکندو آهي، مون کي بُڇان ڪانہ لڳندي آهي.

"هائو مان آهيان. پر ڏسان تہ اهو ڪهڙو ڪتاب آهي، جنهن جي پڙهڻ ۾ گم آهين؟" مون کيس ورائيو

" ڏاڍو دلچسپ ڪتاب آهي." هن جواب ۾ چيو.

"مون هي اڄ صبح جو ان جاءِ تان خريد ڪيو جتان اخبارون ملنديون آهن." هن ٻڌايو.

مون اڳتي وڌي ڪتاب ڏٺو جنهن جو عنوان هو "ڪڪڙيون پالڻ". سرورق تي ڪُڪِڙ ۽ ڪُڪُڙَ جي تصوير ڇاپيل هئي ۽ ٻئي صفحي تي بہ چوزن جي تصوير ۽ خاڪو بہ ڏنل هو.

"ڇا، ڪو دلچسپ ڪتاب آهي؟" مون کيس چيو.

"لڳي ٿو تہ هي ڪو سائنسي معلومات وارو ڪتاب آهي." مون ڪتاب ڏانهن نهاريندي پنهنجي راءِ ڏني.

"اها ئي تہ ڳالھ آهي، جو هي ڪتاب مون کي دلچسپ لڳي رهيو آهي. هيءُ تنهنجي پرين جي آڪاٽيءَ واري ڪتاب جهڙو چسوڪونهي. هن ۾ جيڪا بہ ڳالھ ٻڌايل آهي، سا سچي ۽ کري آهي. ڏاڍو ڪارائتو ڪتاب آهي، ۽ ائين آهي جيئن تون ڏسين ٿو."

مُشڪا هوشيار ڇوڪرو آهي، جيڪو هر ڪارائتي شيءِ وٺڻ لاءِ ڳتِ ڏئي بيهندو آهي. ڪيس جيڪا خرچي ملندي آهي سا بہ ڪنهن ڪمائتي شيءِ خريد ڪرڻ لاءِ ڪم آڻيندو آهي. هڪ ڏينهن جڏهن ماڻن خرچي ڏنس تہ سڌو وڃي هيءُ ڪتاب خريد ڪيائين. هڪ پيري هن چيبي شيف جو لکيل هڪ ڪتاب خريد ڪيو جنهن جو نالو هو "اِنورس ٽرگنو ميٽرڪ فنڪشن اينڊ پولينو مس" هي ان ڪتاب جو هڪ اکر بہ ڪونہ سمجهندو هو تنهنڪري اهو ان وقت تائين پاسي تي رکي ڇڏيو هئائين، جيستائين هو ان کي سمجهڻ جوڳو ٿئي. تڏهن کان وٺي اهو ڪتاب سندس شيلف ۾ هن جي وڏي ۽ سمجھ لائق ٿيڻ تائين، جيئن جو تيئن پيو هو.

هن هڪ صفحي تي نشان ڪيو ۽ ڪتاب کي ٻُپي ڇڏيائين.

"تون هن ڪتاب مان هر قسم جي معلومات حاصل ڪري سگهين ٿو" هن مون کي چيو. وڌيڪ چيائين تہ "هن ڪتاب ۾ اهو بہ ٻڌايو ويو آهي تہ ڪاڙن، بدڪن ۽ ولائتي ڪُڪڙين جي آنن مان ٻچا ڪهڙيءَ ريت حاصل ڪري سگهجن ٿا."

"پر تو ڪڏهن ولائتي ڪڪڙين جي نسل وڌائڻ بابت ڪونہ سوچيو هوندو؟" مون سوال ڪيو.

"مان ان موضوع تي بہ مطالعو ڪرڻ چاهيان ٿو" هن وراڻيو. هن وڌيڪ ٻڌايو تہ "هن ڪتاب ۾ انڪيوبيٽر نالي هڪ مشين تيار ڪرڻ جو رستو ٻڌايو ويو آهي. جنهن وسيلي ڪڪڙ جي آري تي ويهڻ کان سواءِ آنن مان ٻچا ڦٽي سگهن ٿا."

"موڳا مٺر، اها ڳالھ تہ سيني جي ٻڌل آهي، ٻي ڪر. اهڙي مشين تہ مون پَرُ ڏٺي هئي. ان ڏينهن امڙ مون کي مرغي خانو ڏيکارڻ وٺي وئي هئي. اُتي بہ هڪ اهڙي مشين هئي، اُها تہ هڪ ڏينهن ۾ پنج سؤ بلڪ هڪ هزار آنا لوڙي سگهندي آهي. ايترن گهڻن چوزن کي ٻاهر ڪيڻ بہ هڪ ڏچو هوندو آهي." مون کيس چيو.

مُشڪا اچرج وچان رڙ ڪندي چيو "سچ! اهڙي خبر تہ مون کي ڪانہ هئي. مون کي

تہ رڳو اها ڄاڻ هئي تہ ڪڪڙ آري تي ويهي چوزا ڦوڙيندي آهي. جڏهن اسين ڳوٺ رهندا هئاسين تہ مون ڪيترين ئي ڪڪڙين کي آري تي ويهندي ڏٺو هو.“

”مون خود بہ ڪيترين ئي ڪڪڙين کي آري تي ويهندي ۽ آنا ڦوڙيندي ڏٺو آهي. پر اِنڪيو بيٽر وڌيڪ سنو آهي. ڇاڪاڻ تہ هڪ ڪڪڙ آري تي ويهي فقط درجن کن آنا ڦوڙي سگهندي آهي. پر اِنڪيو بيٽر وسيلي هڪ ئي وقت هڪ هزار ٻچا ڦٽي سگهندا.“ مون کيس چيو.

”اها ڄاڻ تہ مون کي بہ آهي. هن ڪتاب ۾ بہ ائين لکيل آهي. پر هن ڪتاب ۾ هڪ ٻي ڳالهہ بہ لکيل آهي تہ ڪڪڙ جڏهن آنا ڦوڙڻ لاءِ آري تي ويهندي آهي، تہ آنا ڪانہ لاهيندي آهي پر آنا ڦوڙي، انهن مان نڪتل ٻچن کي چُڱائي وڏو ڪندي آهي. ان عمل ۾ گهڻو وقت لڳي ويندو آهي. جيڪڏهن اِنڪيو بيٽر آهي تہ ان وسيلي چوزا ڦٽي پوندا ۽ ڪڪڙ وري جلدي آنا لاهڻ شروع ڪري ڇڏيندي.“

ان کان پوءِ اسين گڏجي ويهي سوچڻ لڳاسين تہ جيڪڏهن ڪڪڙيون آري تي ويهن تہ ڪيترا آنا لاهي سگهن ٿيون؟ ڪڪڙين کي ٻچن کي چڱائي وڏي ڪرڻ ۾ پورا ٽي مهينا لڳي ويندا آهن، جنهن کان پوءِ آنن لاهڻ جهڙيون ٿينديون آهن.

ٽي مهينا معنيٰ پورا نوي ڏينهن. جيڪڏهن ڪڪڙ آري تي نہ ويهندي تہ سال ۾ نوي آنا وڌيڪ لاهيندي، يعني هڪ ڏينهن هڪ آنو. پر جيڪڏهن هڪ ننڍي اِنڪيوبيٽر ۾ رڳو ڏهہ ڪڪڙين جا آنا رکجن تہ سال ۾ 900 آنا ٿي سگهن ٿا، ۽ جيڪڏهن مرغي خانو وڏو آهي، جنهن ۾ هڪ هزار ڪڪڙيون رکيل هجن تہ توکي 90 هزار وڌيڪ آنا ملي سگهندا. سوچ تہ پورا 90 هزار! آهي نہ اچرج جهڙي ڳالهہ.

اسين گهڻي وقت تائين سوچيندا رهياسين تہ انڪيوبيٽر ڪهڙي نہ ڪمائتي شيءِ آهي.

”اچ تہ اسان ٻئي هڪ ننڍڙو انڪيوبيٽر ناهيون ۽ ان ۾ بہ چار آنا رکي ڏسون تہ انهن مان ٻچا ڪيئن ٿا ڦٽن.؟“ مُشڪا مشورو ڏيندي چيو.

”اسين انڪيوبيٽر جهڙي مشين ڪيئن ناهي سگهنداسين. اها ڪا اڪ مان ماکي لاهڻ جهڙي سولي ڳالهہ آهي ڇا؟ ائين هجي ها تہ هرڪو پنهنجو انڪيوبيٽر ناهي، آنا ڦوڙيون ويٺو هجي ها.“ مون کيس جواب ڏيندي چيو.

"مان سمجهان ٿو ميان مکولا، انڪيوبيٽر ٺاهڻ سولو آهي. جيڪڏهن هيانءَ هاريندين تہ ڪو ٻوٽو ٻاري ڪونہ سگهندين. ڪتاب ۾ بہ تہ هر ڳالهہ کولي سمجهائي وئي آهي. پر اصل ڳالهہ اها آهي تہ انڪيوبيٽر کي ايڪيهن ڏينهن لاءِ هڪ گرو گرم رکڻو پوندو پوءِ چوزا ٻاٽمرادو ڦٽي نڪرندا،" مشڪا ٻڌايو.

مون کي انهيءَ خيال هرڪائي وڌو هو تہ اسان کي انهيءَ طريقي وسيلي پنهنجا چوزا ملي پوندا. مان پڪين ۽ جانورن کي گهڻو پائيندو ۽ پيار ڪندو آهيان. پَرُ سياري ۾ مان ۽ مُشڪا ٻارن جي 'نيچرلسٽ سرڪل' جا ميمبر ٿيا هئاسون. جيڪا اسان جي اسڪول ۾ قائم ڪئي وئي آهي. ان کان پوءِ اسان گهرو جانورن تي ڪم ڪرڻ شروع ڪري ڏنو هو. ٿوري وقت گذرڻ کان پوءِ مُشڪا کي ٻاڦ جي انجڻ ٺاهڻ جو اچي شوق جاڳيو تنهنڪري اسان سرڪل ڏانهن وڃڻ ڇڏي ڏنو. وَتيہ سيميوف ان سرڪل جو مانيٽر هو. جنهن چيو تہ جيڪڏهن اسان سرڪل ۾، ڪم ڪرڻ ڇڏي ڏنو تہ ميمبرن واريءَ فهرست مان هو اسان جا نالا ڪاٽي ڇڏيندو. اسان کيس وراڻيو هو تہ "اسان کي هڪڙو موقعو ڏيو."

مُشڪا سوچي رهيو هو تہ جڏهن اسان جا ننڍڙا چوزا آنن مان ڦٽي نڪرندا تہ ڪيڏو نہ سٺو لڳندو. ننڍڙا ننڍڙا چوزڙا ڪيڏا نہ سهڻا ۽ پيارا لڳندا. اسين رڌڻي جي هڪ ڪنڊ هنن لاءِ الڳ رکنداسين. جتي هو ڏاڍي آرام سا گذاريندا. کين چوڳو چوڻو بہ گهڻو ڏينداسين ۽ سنڌن پر گهور بہ لهنداسين.

"هائو پر اسان کي انهيءَ کان اڳ ۾ پاڻ کي گهڻو ڪم ڪرڻو پوندو. توکي اها ڳالهہ بہ ڌيان ۾ رکڻ گهرجي تہ چوزن ڦٽڻ ۾ پورا ٽي هفتا لڳندا،" مون کيس وراڻيو.

"اها تہ ڪا ڳالهہ ئي ڪانہ آهي، اهم ڳالهہ آهي انڪيوبيٽر ٺاهڻ. ان کان پوءِ چوزا تہ ٻاٽمرادو ڦٽي پوندا،" مشڪا جواب ۾ چيو.

مون گهڙي کن لاءِ ان ڳالهہ تي سوچيو. مشڪا مون ڏانهن نهاريو. ڏٺم تہ کيس ڪجهہ ڪرڻ جي هوراکورا لڳل هئي، ۽ ڪم کي جهٽ کن ۾ شروع ڪرڻ لاءِ آتو هو.

"هاڻي اسان کي ڪرڻ لاءِ ڪو ٻيو ڪم ڪونہ آهي. اڄ تہ هاڻي ئي ٽا ڪم جي شروعات ڪريون." مون کيس چيو.

"مون کي خبر آهي تہ تون مون سان هن ڪم ۾ ڀتُ ۽ جُهٽ رهندين. مان هي ڪم اڪيلي سر بہ ڪري وٺان ها، پر توکان سواءِ مزو ڪونہ ايندو" مُشڪا خوش ٿيندي وراڻيو.

# اوچتي رنڊڪ

"اسان کي هاڻي انڪيوبيٽر ٺاهڻ جي ضرورت ڪانه آهي. اچو ته آنن کي وڏيءَ ٽئيءَ ۾ وجهي باهه واري چُلهي تي رکون." مون کيس صلاح ڏني.

"نه نه اها ته بلڪل خراب ڳالهه آهي. چاڪاڻ ته باهه جا اُلا چُلهي مان ٻاهر نڪري، آنن کي خراب ڪري ڇڏيندي. انڪيوبيٽر جي خاص ڳالهه اها آهي جو ان ۾ گرميءَ جو درجو هڪ ڪرو رهندو آهي ۽ گهٽ وڌ ڪونه ٿيندو آهي. ۽ اصول مطابق گرميءَ جو پد 102 ڊگريون هجڻ گهرجي."

"102 ڊگريون گرمي پد، ڇو؟" مشڪا رڙ ڪندي چيو هو.

"چاڪاڻ ته ڪڪڙ جڏهن آرو ڪندي آهي ته ان جي جسم جي گرمي 102 ڊگري هوندي آهي."

تنهنجي چوڻ جو مقصد اهو آهي ته ڪڪڙين جي جسم ۾ به گرمي موجود هوندي آهي؟ مان سمجهان ٿو ته ماڻهو جڏهن تپجي پوندو آهي ته ان جي جسم اندر گرمي پد وڌي پوندو آهي."

"اڙي موڳا مٽر، هر ماڻهوءَ جي جسم اندر گرمي موجود رهندي آهي، پلي چاڪ چڱو ڀلو هجي يا تپيل هجي. پر جڏهن تپ چڙهندو آهي ته جسم اندر موجود گرمي پد وڌي ويندو آهي."

پوءِ مشڪا ڪتاب کولي انڪيوبيٽر جي نڪتل خاڪي ڏانهن اشارو ڪندي چيو "ڏس، انڪيوبيٽر جي شڪل ڪيئن آهي. هيءَ پاڻيءَ جي هودي آهي، جنهن جو پاڻي هڪ نليءَ وسيلي ان صندوق ۾ وڃي ٿو جنهن اندر آنا رکيل آهن. پاڻيءَ جي هوديءَ کي هيٺئين پاسي کان گرم ڪيو ويندو آهي. اهڙيءَ ريت ڪوسو پاڻي نليءَ وسيلي ڦرندو رهندو آهي ۽ آنن کي گرم ڪندو رهندو آهي. هيڏانهن ڏس ته اتي هڪ ٿرموميٽر به لڳل آهي، جنهن وسيلي گرمي پد کي نظر ۾ رکي سگهجي ٿو."

"ته پوءِ اسان پاڻيءَ جي اهڙي هودي ڪٿان آڻينداسين؟"

"اسين هوديءَ لاءِ مٿو ڇو کپايون؟ ان لاءِ تِينَ جي هڪ دٻي کي ڪم آڻي سگهون ٿا. چاڪاڻ ته اسان کي ته هڪ ننڍڙي انڪيوبيٽر ٺاهڻ جي ضرورت آهي."

"اسان ان کي گرم ڪيئن ڪنداسين؟" مون ڪائنس سوال ڪيو.

"اسين ان کي گاسليٽ واري بتيءَ وسيلي گرم ڪنداسون. مون کي سُجهي ٿو ته هڪ اهڙي پراڻي بتي ڇاپري جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اجائي پئي آهي، ان کي ڪم آڻي سگهجي ٿو."

ان کان پوءِ اسين ٻئي گڏجي ڇاپري ۾ وياسون ۽ ان جي هڪ ڪنڊ ۾ ڍير ٿيل، ٻچل ٽُٽل سامان مان پُراڻي بتيءَ کي ڳولڻ لڳاسين. اتي پراڻا بوٽ، هڪ ٻچل ڇتي، ٽامي جي نلي ۽ خالي بوتلون سٽيون پيون هيون، جيڪي دٻن اندر رکيل هيون. اسان ان ڍير، جي هرهڪ شيءِ کي ڇڳيءَ ريت جاچي ڏٺو پر ان کان اڳ ئي مون بتيءَ کي ڏسي ورتو جيڪا شيلف مٿان رکيل هئي. مشڪا نوريٽڙي وانگي مٿي چڙهي ويو ۽ اک ڇنڀ ۾ ڪٽي اچي هيٺ پهتو جنهن کي ڏوڙ ڍڪي ڇڏيو هو. اهو ڏسي اسين ٻئي ڇٽا خوشيءَ وچان ٽپا ڏيڻ لڳاسين ته ان صحيح سلامت بتيءَ ۾ وَٽِ به جيئن جو تيئن موجود هئي. بعد ۾ اسان سيئي چونڊ ٽپڙ ڪنيا، جن ۾ بتي، ٽامي جي نلي ۽ ٽِين جو وڏو دٻو شامل هئا، ۽ اچي رڌڻي ۾ ساهه پٽيو.

مُشڪا سڀ کان پهريان بتيءَ کي چنڊي ڦوڪي صاف ڪيو ۽ منجهس وَٽِ وجهي ٻاري ڏٺو ته اها صحيح طريقي سان ٻري ٿي يا نه. خبر پئي ته بتي صحيح نموني سان ٻري سگهي ٿي. وَٽِ کي به هيٺ مٿي ڪري ڏٺوسين ته اها به صحيح حالت ۾ هئي ۽ ٻاهه جي شعلي کي گهٽائڻ وڌائڻ سولو هو. بتي وسائي اسين انڪيوبيٽر ٺاهڻ ۾ جنبي وياسين. ڪم جي شرعات ۾ اسان سنهي گتي جي هڪ صندوق جوڙي ورتي، جنهن ۾ 15 آنا سولائيءَ سان ماپي سگهيا پئي. ان ڪم جي مڪمل ٿيڻ کان پوءِ تيار ٿيل انڪيوبيٽر ۾ ترتيب سان آنا رکي، وٿين ۾ ڪپهه رکي وئي ۽ ان جو ٿهه ٺاهيو ويو ته جيئن آنا گرم ۽ صاف رهي سگهن. مٿان وارو پـُڙ به اهڙو ٺاهيو سين جيڪو انڪيوبيٽر تي ٺهڪي ويهي ويو. ٿرموميٽر رکڻ لاءِ پڙ ۾ سوراخ ڪيوسين، ته جيئن انڪيوبيٽر جي گرمي پد تي نظر رکي سگهجي. انهيءَ ڪم جي راس ٿيڻ کان پوءِ انڪيوبيٽر جي گرمي پدلاءِ هيٽر به ٺاهڻو هو. اُن لاءِ ٽين جي دٻي ۾ هيٺان ۽ مٿان به گول سوراخ ڪياسون ۽ ٽامي جي نليءَ کي ٽين جي دٻي جي مٿئين سوراخ مان پار ڪري انڪيوبيٽر جي پاسي ۾ ڪيل سوراخ مان اندر داخل ڪيو ويو. بعد ۾ نليءَ کي ورائي، ٻيٽو ڪري، ٽين جي هيٺان واري سوراخ ۾ اماڻيو ويو. ٽين جي سوراخن ۽

نليءَ کي مصالحو مليل قلئي سان ٺاڪو هڻي بند ڪيو ويو. ٺامي جي نليءَ کي ورائي بيٺو ڪيو ويو تہ جيئن اها اِنڪيوبيٽر اندر ريڊيئٽر جو ڪم ڏئي سگهي.

ٽين جي دٻي کي گرم ڪرڻ لاءِ بتيءَ کي پارٽو هو. ان لاءِ مُشڪا ڳتي جو ڪوڪو ڪٽي آيو جنهن مٿان وڏو گول سوراخ ڪري اِنڪيوبيٽر کي ان مٿان اهڙيءَ ريت رکيو ويو جو ٽين جو دٻو سوراخ مٿان اچي ويو.

اِنڪيوبيٽر جي ٺهڻ سان هر ڳالهہ مڪمل ٿي چڪي هئي. اسان دٻي کي پاڻيءَ سان پري، بتي ٻاري ان هيٺان رکي. ٿوري وقت کان پوءِ دٻي جو پاڻي ۽ نلي گرم ٿيڻ لڳي. ٿرما ميٽر وارو پارو مٿي چڙهڻ لڳو ۽ نيٺ 102 ڊگرين جي گرمي پد تي پهچي ويو. گرميءَ جو پد 102 ڊگرين کان بہ وڌي ويجي ها پر ان وقت مُشڪا جي ماءُ ڪٿان اوچتو اچي اسان جي مٿان بيٺي ۽ رڙ ڪري چيائين، "اوهين ٻئي ڪهڙا تجربا ڪرڻ ۾ رڌل آهيو. سجو رڌٽو گاسليٽ ۽ دونهين جي ڌپ سان واسجي ويو آهي."



"امان هي اِنڪيوبيٽر آهي."

"ڇا! اِنڪيوبيٽر - ڇاجو انڪيوبيٽر؟"

"امڙ اوهان کي خبر آهي تہ انهيءَ سان ڪڪڙ جا چوزا ڦوڙائبا آهن"

"چوزا! ڇاجا چوزا - آخر تون چوين ڇاٿو؟"

"امان مان توکي سمجهايان ٿو تہ اهو ڪيئن ڪم ڪندو آهي. اوهين ڪڪڙ جا آنا تہ هتي رکو ۽ پوءِ پريل بتي بہ رکو."

"هتي بتي ڇو رکبي؟"

"گرمي پد کي قائم رکڻ لاءِ جيڪڏهن اوهين بتي ٻاري اتي نہ رکندا تہ سجو پورهيو ئي پاڻيءَ ۾!"

"اي بيوقوفو! ڪن کولي ٻڌي ڇڏيو تہ مان اوهان کي بتيءَ سان کيڏڻ ڪانہ ڏينديس."

"اوهين ٻئي ڏاڍا ڇيڳرا ڇوڪرا آهيو. ٻنهيءَ کي آسيرو پاسيرو ڪري تيل هاري وجهندا ۽ باهه ٻرڪي پوندي مان اوهان کي هرگز ائين ڪرڻ ڪانه ڏيندس."

"جيجل امڙ! اسان ڏاڍيءَ سيائپ ۽ سچيتائي سان ڪم ڪنداسين" مُشڪا پنهنجي ماءُ کي ڏاڍيءَ نماڻائيءَ سان ماءُ کي چيو.

"نه ڪڏهن به نه ـ مان اوهان کي ٻريل ٻتين سان به کيڏڻ ڪانه ڏيندس. ڇو ٻيو ڇا ٿو چوين. اڳ به تو پاڻ کي ٻاڦ مان لهسي وڌو هو ۽ هاڻي وري گهر کي باهه ڏئي جهڳو ئي جَهڻ ڪرڻ ٿو چاهين!"

مُشڪا پنهنجي ماءُ کي راضي ڪرڻ لاءِ ڏاڍيون منٿون ۽ ايلاز ڪيا, پر مائٽس جو پنڌُر ڪونه پُريو.

مُشڪا ٻڏتر ۾ اچي ويو هو ۽ ڪيس ڏاڍو ڏک به ٿيو.

"ڪريان ٿو ناس, هن اِنڪيو بيٽر کي." هن ڏکوئيندڙ آواز ۾ چيو.

# اسان هڪ پيو رستو ڳولي ڪڍيو

مون کي ان رات دير سان ننڊ آئي. پورو ڪلاڪ پنهنجي ٺاهيل انڪيوبيٽر بابت سوچيندو رهيس. پهريان خيال آيو ته مان پنهنجي امڙ کي ايلاز منٿ ڪريان ته جيئن هوءَ اسان کي بتي ٻارڻ جي موڪل ڏئي. پر پوءِ سوچيم ته ائين ڪرڻ اجايو آهي. ڇاڪاڻ ته هوءَ ٻاهه کان ڏاڍيو ڊڄندي آهي ۽ مون کان ماچيس به لڪائيندي وتندي آهي. مشڪا جي ماءُ به بتي ڪٽي وجي الائي گهر جي ڪهڙيءَ ڪنڊ ۾ لڪائي ڇڏي. زمين اٿلي پوندي پر هوءَ اسان کي بتيءَ کي هٿ لائڻ به ڪانه ڏيندي!

سارو گهر اگهور ننڊ ۾ پيو هو. پر منهنجو دماغ پورن پچائڻ ۾ رڌل هو. مون کي اوچتو ئي خيال آيو ته بتيءَ بدران ٻاٽيءَ کي گرم ڪرڻ لاءِ بجليءَ جي بتي ڇو نه ڪم آڻجي.

پوءِ مون هوريان هوريان اٿي، بٽڻ دٻائي، ميز تي رکيل ٽيبل لئمپ ٻاري ۽ ان جي مٿان آڱر جهلي بيٺس ته ڏسان ته اها گرم ٿئي ٿي يا نه. مون کي ان ۾ گهٽي گرمي محسوس ٿي. ان کان پوءِ پٽ ۾ لڳل ٿرموميٽر ڪڍي بتيءَ تي رکيم ته ان جو پارو مٿي چڙهي وجي 102 ڊگرين تي پهتو. هاڻي مون کي پڪ ٿي وئي هئي ته بجليءَ واري ٽيبل لئمپ گهٽي گرمي ڏئي سگهي ٿي. پوءِ مس وجي اندر کي آٿتُ آيو. ٿرموميٽر وجي ساڳيءَ جاءِ تي رکيم ۽ سمهي پيس. ان واقعي کان پوءِ ويچاري ٿرموميٽر سنئين‌ءَ ريت ڪم ئي ڪونه ڪيو. هڪ رات سيءُ ڇوي ته اچ نه پوان ته ڪڏهن پوان، پر ٿرما ميٽر 104 ڊگريون گرمي پد ڏيکاري رهيو هو. جڏهن ان کي ٿوري گرمي ڏني ويندي هئي ته هڪدم وجي صفا چوٽ تي پهچندو هو ۽ لوڏڻ کان پوءِ ئي پارو هيٺ لهندو هو. عام رواجي رُت ۾ به حقيقي گرمي پد 86 ڊگريون مٿي هوندو هو. اسان ته ٿرموميٽر جي گرمي پد کي ڏسي ڦوهه سياري جي ٿڌ ۾ به اسٽوو ڪونه ٻاريندا هئاسون. مون کي لڳيٿو ته اُن کي بلب تي رکي مون خراب ڪري وڌو هوندو!

ٻئي ڏينهن جڏهن مان مشڪا سان مليس ته کيس پنهنجي خيال کان آگاهه ڪيم. اسان انهيءَ تجربي کي بيهر آزمائي ڏسڻ جو ارادو ڪيو. اسڪول کان گهر موٽي اچڻ کان پوءِ مون امڙ کي ان پراڻيءَ ٽيبل لئمپ ڏيڻ لاءِ چيو جيڪا ورهين کان ڪٻٽ ۾ پئي هئي. سندس "ها" ڪرڻ کان پوءِ اسان ان کي بتيءَ جي جاءِ تي گتي جي ڪوکي اندر رکيو. مشڪا

ان ٽيبل لئمپ جي هيٺان ڪجهہ ڪتاب رکي مٿي ڪيو تہ جيئن اها پاڻيءَ جي دٻي جي وڌيڪ ويجهو ٿئي. پوءِ بجليءَ جو بٽڻ هيٺ ڪري، بلب ٻاري ٿرموميٽر تي گرمي پد ڏسڻ لڳاسين. جيڪو هو پنهنجي گهران کڻي آيو هو. اسين ڏسندا رهياسون پر گهڻيءَ دير تائين تہ ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيو. ٿرموميٽر وارو پارو هڪ هنڌ بيهي رهيو هو. اسين مايوس ٿي وياسون تہ هي تجربو ناڪام ثابت ٿيندو. پر ٿوريءَ دير کان پوءِ پاڻي گرم ٿيڻ ۽ ٿرماميٽر جو پارو مٿي چڙهڻ لڳو. ڏٺو سون تہ اڌ ڪلاڪ اندر 102 ڊگريون پد تي پهچي ويو. پوءِ تہ مشڪا خوشيءَ وچان اچي تاڙيون وڄايون ۽ وڏو وات ڦاڙي نعرو هنيو "واهہ سائين واهہ" ۽ چيو تہ "اهو ئي اصلي گرمي پد آهي، جيڪو آنا ڦوڙڻ لاءِ صحيح آهي ۽ ايترو ئي ڪپي.

بجلي بہ بتيءَ جهڙي ڪمائتي آهي."

"تنهنجو چوڻ بلڪل صحيح آهي. پر مان تہ چوندس تہ بجلي بتيءَ کان بهتر آهي، ڇاڪاڻ تہ بتيءَ مان باهہ بہ لڳي سگهي ٿي. پر ان جي ڀيٽ ۾ بجليءَ سبب باهہ جو خطرو ڪونہ آهي - جنهن ۾ وڌيڪ بچاءُ آهي.

ٿوري وقت کان پوءِ ڏٺوسون تہ ٿرما ميٽر 104 گرمي پد ڏيکاري رهيو هو.

مشڪا رڙ ڪري چيو تہ "ڏس پارو گهڻو مٿي چڙهي ويو آهي، تنهنڪري ٽيبل لئمپ کي بند ڪرڻ گهرجي."

ان تي مون بہ هائوڪار ڪئي. پر ان کي بند ڪهڙي طريقي سان ڪجي؟ جيڪڏهن گاسليٽ واري بتي هجي ها تہ ان جي وَٽِ هيٺ ڪجي ها تہ وسامي وڃي ها.

"هائو بجليءَ ۾ وٽ تہ ڪانہ ٻرندي آهي."

"مون کي تنهنجي بجليءَ جو ڪو پتو ڪونہ آهي"، مشڪا چيو. سندس منهن ڪاوڙ ۾ ڳاڙهو هو.

"منهنجي بجلي! بجلي ڇا ۾ منهنجي آهي؟" مون بہ ڪيس ڪاوڙ ۾ جواب ڏنو.

تو ئي چيو هو تہ بجليءَ جي ٽيبل لئمپ ڪم آئجي - ڪي نہ مان غلط آهيان! ڏس ٿرمو ميٽر 108 ڊگريون گرمي پد ڏيکاري رهيو آهي. جيڪڏهن گرمي پد انهيءَ رفتار سان وڌندو رهيو تہ آنا ابرڻ شروع ڪري ڏيندا ۽ هڪ بہ چوزو ڪونہ ڦٽندو. گهڙي کن ترس تہ ٽيبل لئمپ هيٺان ڪتاب ڪڍي ان کي هيٺ ڪريون. ائين ٿيڻ ڪري پاڻيءَ جي هوديءَ تائين گرمي گهٽ پهچندي ۽ پاڻيءَ جو گرمي پد هيٺ لهي ويندو.

اسان هڪ ٿلهو ڪتاب ٽيبل لئمپ هيٺان ڪڍي ورتو ۽ انتظار ڪرڻ لڳاسون تہ ان

جو نتيجو ڪهڙو ٿو نڪري گهڙي پوءِ ٿرمو ميٽر جو پارو هيٺ لهي اچي 102 ڊگريون گرمي پد تي بيٺو. تڏهن مس وچي اسان جي پيٽ ۾ ساهه پيو.

"هاڻي تہ معاملو بلڪل ٺيڪ ٿي ويو آهي ۽ پنهنجي ٿاهيل انڪيو بيٽر وسيلي آنن مان چوزا صحيح طريقي سان ڦوڙي سگهجن ٿا. امڙ کي ڪجهہ پئسن ڏيڻ لاءِ چوندس. تون بہ پنهنجي ماءُ کان پئسا وٺجان، پوءِ ٻئي گڏائي درجن کن آنا خريد ڪنداسون". مُشڪا مرڪندي مون کي چيو.

مان مشڪا جي ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو سرهو ٿيس ۽ خوشيءَ مان وٺي گهر ڏانهن ڊوڙ پاتم. ۽ امڙ کان آنن خريد ڪرڻ لاءِ پئسا گهريم. جنهن کي اها خبر ڪانہ هئي تہ مون کي آنا ڇو ٿا گهرجن. جنهن تي مون کيس سمجهايو تہ مون کي انڪيوبيٽر ۾ رکڻ لاءِ آنا کپن ٿا.

"انهيءَ مُئي ماربي انڪيوبيٽر سان ڪوبہ اڱر آلو ڪونہ ٿيندو اجايو ويٺو ٿو پاڻي ولوڙين. اها ڪا سولي ڳالهہ ڪانہ آهي، جو ڪڪڙ جي آري ڪرڻ کان سواءِ انڪيو بيٽر وسيلي آنا ڦوڙي سگهندين. اجايو وقت ٿو وڃائين."

پر مان بہ ڳِڪَ تي بيهي رهيس. نيٺ امڙ ڪجهہ پئسن ڏيڻ جي مهرباني ڪئي.

"پر تون آنا خريد ڪندين ڪٿان؟"

"اتان خريد ڪندس جتان ملندا آهن، بيو ڪٿان"

"بلڪل نہ. اهي گهڻي وقت جا هوندا آهن، جن مان ٻچا ڦٽي ڪونہ سگهندا. ان لاءِ اهڙن آنن جي ضرورت آهي جيڪي تازو ڪڪڙين لاٿا هجن"

امڙ جي اها ڳالهہ ٻڌي مون ڊوڙي اچي مشڪا وٽ ساهہ پٽيو ۽ امڙ جي چيل ڳالهہ کيس ٻڌائي.

"مان بہ اُٽ اوڳو ـ صفا ڪو ڏڌُ آهيان. ڪتاب ۾ بہ اها ئي ڳالهہ لکيل آهي، پر مون کان وسري وئي." مشڪا مٿي تي هٿ هڻي ڏک جو اظهار ڪيو.

ان کان پوءِ اسان ڳوٺ ڏانهن وڃڻ جو فيصلو ڪيو. جيڪو شهر کان گهڻو پري ڪونہ آهي. گذريل اونهاري واريون موڪلون بہ اسان اتي گذاريون هيون. ماسيءَ نتاشا جو گهر بہ اُتي آهي. وٽس زمين جا چار پارا آهن ۽ ڪڪڙيون بہ جام اٿس. پڪ اٿم تہ وٽانئس تازا آنا ملي ويندا.

# ٻئي ڏينهن جو احوال

زندگي به عجيب آهي. ڪالهه ته اسان کي خواب خيال به ڪونه هو ته اسين ڪيڏانهن ويندا سون. اڄ وري خير سان ريل ۾ آهيون ۽ ماسي نتاشا جي ڳوٺ پيا وڃون. اسان کي جهت آنا حاصل ڪرڻا هئا. پر ريل ڇڻ ويلُ ٻڌجي وئي ۽ جونءِ پير سِرڪي رهي هئي، ۽ سفر به شيطان جي آنڊي جيترو وڏي ويو هو. پر ٿيندو سدائين ائين آهي. جيتري تڪڙ هوندي آهي اوتري دير ٿي ويندي آهي ۽ گهربل هر شيءِ ڏاڍي سست رفتار ٿي ويندي آهي. مشڪا ۽ مون کي اچي ڦلڙي لڳي ته متان ماسي نتاشا گهر ۾ موجود ئي نه هجي. جيڪڏهن ائين ٿيو ته وڻ ئي وڃي ويندا.

اسان جا ڀاڳ ڀلا هئا، جو ماسي نتاشا گهر ويٺي هئي. هوءَ اسان کي ڏسي ڏاڍي سرهي ٿي ۽ وڏي پيار ۽ پاٻوهه سان ملي. سمجهيائين ته اسين وٽس ٽِڪڻ آيا آهيون. اسان کيس چيو ته اسين ته جيڪر اڪين سان رهي پئون پر هاڻي نه، موڪلن ۾ ضرور اچي رهنداسون.

"هِن وقت اسين ڪم سان آيا آهيون ـ اسان کي ڪجهه آنا کپن ٿا." مون کيس چيو.

"ڇا شهر ۾ آنن جو ڪال آهي جو هيڏانهن اچي نڪتا آهيو؟" ماسي نتاشا مرڪندي چيو.

"شهر ۾ به آنا آهن پر اسان کي تازن آنن جي ضرورت آهي." مشڪا کيس جواب ڏنو.

"دڪانن تي تازا آنا ڪونه هوندا آهن ڇا؟"

"ڪڪڙين جا تازا آنا سڌو شهر ڪونه پهچندا آهن. ائين نه ماسي نتاشا!" مُشڪا کيس چيو.

"اهو ته بلڪل صحيح آهي."

"تو ڳالهه کي سمجهي ورتو ماسي نتاشا. ته اهي هِتان هُتان گڏ ٿي پوءِ شهر ايندا آهن. اهڙيءَ ريت آنن کي دڪان تائين پهچڻ ۾ هفتو به لڳي ويندو آهي."

"پر آنا ته ٻن هفتن تائين خراب ڪونه ٿيندا آهن." ماسيءَ چيو. اهو سچ آهي ته آنا ٻن هفتن تائين ڪِنا ڪونه ٿيندا آهن پر اسان جو ڪتاب چوي ٿو ته اهي ڏهن ڏينهن پراڻا نه هجڻ گهرجن.

"مون سمجهيو توهان کي آنا چوزا پيدا ڪرڻ لاءِ گهرجن. چوزن لاءِ تازن آنن جي ضرورت هوندي آهي. اهي آنا جيڪي اوهين کائيندا آهيو سي رکڻ سان مهينو يا ٻه مهينا ڪِنا ڪونه ٿيندا آهن. توهين گهر ۾ شايد ڪڪڙيون ڪونه پاليندا آهيو." ماسيءَ نتاشا چيو.

"ماسي! اوهين بلڪل سچ چئي رهيون آهيو. اهو ئي ڪارڻ آهي جو آنن لاءِ اسين اوهان وٽ آيا آهيون." مون کيس موٽ ۾ چيو.

"پر اوهين آنا ڪهڙي طريقي سان ڦوڙي رهيا آهيو؟ انهيءَ مقصد لاءِ ته اوهان کي آري تي ويهڻ واريون ڪڪڙيون گهرجن"

"نه اسان کي انهن جي ضرورت ڪانه آهي. انهيءَ مقصد لاءِ اسان انڪيوبيٽر ٺاهيو آهي."

"انڪيوبيٽر وسيلي ! واهه. پر مون کي ٻڌايو ته انڪيوبيٽر وسيلي اوهان ڇا حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا؟"

"ننڍڙا چوزا"

"ڇالاءِ؟"

"بس ائين مزي خاطر - گهر ۾ چوزا نه آهن ته گهر ئي ٻُسو ٿو لڳي."

"اوهان ڳوٺاڻن وٽ ته سڀ ڪجهه آهي - ڪڪڙيون، ٻڪريون، ڳئون وغيره. پر اسان جو گهر اهڙن ساهوار کان سواءِ اُباڻو اُباڻو پيو پاسبو آهي."

"اهڙا گهرو جانور ڳوٺن ۾ ڏاري سگهبا آهن. ڳائو مال شهرن اندر گهرن ۾ پالي نه ٿو سگهجي." ماسيءَ نتاشا چيو.

"توهين ڳئون کان سواءِ ٻيا به ڪيترائي گهرو جانور رکي سگهو ٿيون."

"هائو پر اهي شهرن ۾ پالي نه ٿا سگهجن. جيڪڏهن انهن کي شهر ۾ رکبو ته ماڻهو آزار ۾ پئجي ويندا."

"اسان جي گهرجي پرسان هڪ ماڻهو رهندو آهي، جنهن وٽ ڏاريل پکي آهن. وٽس ڪيترائي پڃرا آهن ۽ قسمين قسمين پکي به آهن."

"پر ميان! تون چوزن کي پڃري ۾ رکي ته پالي ڪونه سگهندين؟"

"مان انهن کي رڌڻي ۾ رکندس." مُشڪا کيس چيو.

"اتي ڪين چوٽو پاڻي به گهٽو ملندو. اها انهن لاءِ مناسب جڳهه هوندي"



”اِن جي توهين ڳڻتي نہ ڪريو. اسان کي چونڊي چونڊي تازا آنا ڏيو تہ پلو ٽيندو- وڏ ۾ وڏ تازا. جيڪڏهن اهي تازا نہ هوندا تہ انهن مان چوزا ڪونہ نڪرندا.“

”توهين هِن ڳالهہ تي ڪنڌ ٻڏي ٻيهي رهيا آهيو ۽ ٽڙ بہ پوئتي نہ ٿا هٽو. چڱو توهان کي اهڙا ئي آنا ملي ويندا جيڪي اوهين چئو ٿا. مون کي خبر آهي تہ اوهان کي ڪهڙن آنن جي ضرورت آهي. اهي بلڪل تازا آنا هوندا.“ ماسيءَ نتاشا چيو.

ماسي نتاشا اندر رڌڻي ۾ وئي ۽ موٽي تہ 15 سهڻا ۽ سٺا آنا کنيو آئي. ڏاڍا لسا ۽ چلڪڻا هئا. جيڪو ماڻهو بہ انهن کي ڏسندو، اکيون ٻوٽي چئي سگهندو تہ اهي بلڪل تازا آنا آهن. هن اهي ڪاريءَ ۾ وڌا، جيڪا اسان پاڻ سان گڏ آندي هئي ۽ اُهي ڪپڙي سان ڍڪي ڇڏيائين تہ متان رستي ۾ ٽٽا تي وڃن.

”چڱو هاڻي خدا حافظ ـ جاڏي پير تاڏي خير.“ هن اسان کي ڦاٽڪ وٽ اچي الوداع ڪرڻ وقت چيو.

ٻاهر آياسون تہ جهونجهڪڙو ٿيڻ وارو هو. مان ۽ مشڪا تڪڙا تڪڙا اسٽيشن ڏانهن وڃڻ لڳاسون. گهر پهتاسون تہ سنجها ٿي چڪي هئي. امڙ بہ ٻِـرُ لڳي ويٺي هئي، جنهن مون کي ڏسڻ سان ئي ڏاڍا دڙڪا ڏنا. مشڪا کي بہ سندس ماءُ وٺي آنگهن تي ڪنيو. اسان ڪن ڇپا ڪيو سڀ ڪجهہ پٺي ٻڌو. اسان کي تہ اها اُون لڳل هئي تہ آنا انڪيوبيٽر ۾ رکون تہ جيئن چوزا ڦُٽي نڪرن. پر رات گهڻي لنگهي وئي هئي، تنهنڪري وڌيڪ ڪجهہ بہ ڪري ڪين سگهياسون ۽ رهيل ڪم ٻئي ڏينهن لاءِ ڇڏي ڏنوسون.

# شروعات

پئي ڏينهن اسڪول کان موٽي اچڻ شرط آنن کي انڪيوبيٽر ۾ رکيوسون. سيئي آنا سولائيءَ سان ماپي ويا. پر ڪجهه جاءِ بچي به پئي. پوءِ اسان انڪيوبيٽر مٿان پڙ ڏئي سوراخ ۾ ٿرموميٽر رکيو. "اچ ته جاچي پرکي ڏسون ته هر ڪم صحيح طريقي سان ٿيو آهي! جيڪڏهن ڪٿي غلطي ٿي وئي هوندي، ته رڌيءَ پڪيءَ جڻ پاڻي پئجي ويندو. شايد اسان کي انڪيوبيٽر کي پهريائين گرم ڪرڻو پوندو ۽ پوءِ ان ۾ آنا رکڻا پوندا." ان وقت مُشڪا چيو.

"ان بابت مون کي ته ڪا به ڄاڻ ڪانه آهي. ته ڪهڙي شيءِ اڳ ۾ ڪجي ۽ ڪهڙي شيءِ پوءِ. تنهنڪري اسان کي ڪتاب ڏسڻ کپي ته اهو ڇاٽو چوي." ڪيس وراڻيم.

ان کان پوءِ مشڪا ڪتاب کنيو ۽ ڪجهه دير تائين ان کي پڙهندو رهيو ۽ ڪجهه وقت کان پوءِ چيائين:

"اسان ته آنن جو ذري گهٽ ساهه پوساڻي رکيو هو."

"ساهه پوساڻي رکيو! ڪنهن جو؟"

"آنن جو پيو ڪنهن جو؟ ڪتاب چوي ٿو ته آنا زنده هوندا آهن!"

"جيئرا، زنده!" مون اچرج وچان ساڳين لفظن ۾ وراڻيو. "هائو اها ڳالهه ته ڪتاب پڌائي ٿو ۽ چوي ٿو ته آنا زنده هوندا آهن.پر انهن ۾ چرپر واري حياتي ڪانه هوندي آهي. سندن اها حياتي بلڪل لڪل هوندي آهي. پر جڏهن انهن کي نُنهن سوسڙو گرم ڪيو ويندو آهي ته انهن ۾ هوريان هوريان حياتي ايندي ويندي آهي ۽ چوزي جي شڪل اختيار ڪري وٺندي آهي. ٻين جاندار شين وانگي آنا به ساهه کڻندا آهن. يعني آنا تو ۽ مون وانگر ساهه کڻندا آهن."

"توبهن! ــ ڪوڙ به پيير ڪوڙي ٿو هٽين! تون ۽ مان ته نڪ مان ساهه کڻندا آهيون. آنن کي نڪ ڪٿي آهي جو ساهه کڻي سگهندا؟" مون ڪانئس سوال ڪيو.

"اوڳا موڳا! اسين نڪ وسيلي نه پر ڦڦڙن وسيلي ساهه کڻندا آهيون. پر ڦڦڙن ڏانهن ويندڙ ۽ واپس ايندڙ هوا جو گذر گاهه نڪ هوندو آهي. انڪري سمجهيو ويندو آهي ته هر

ساهوارو نڪ وسيلي ساهہ کڻندو آهي. پر آنا پنهنجي کوپن وسيلي ساهہ کڻندا آهن. يعني هوا کوپن جي سنهڙن سوراخن مان لنگهندي آهي. اهو ئي طريقو آهي، جنهن وسيلي آنا ساهہ کڻندا آهن."

"بلڪل صحيح. کين جيترو وڌي ايترو ساهہ کڻن. پر اسان انهن کي ساهہ کڻڻ کان روڪيون تہ ڪونہ ٿا!" مون کيس جواب ۾ چيو. "آنا کوکي اندران ساهہ ڪٿي کيئن سگهندا؟ جڏهن تون ساهہ کڻندو آهين تہ ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ ٻاهر ڪيندو آهين. جيڪڏهن توکي کوکي اندر بند ڪجي تہ ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ ٻاهر ڪانہ نڪري سگهندي ۽ تون ٻوساٽجي مري ويندين."

"مان کوکي ۾ بند ٿيڻ ڪونہ چاهيندس. ائين تہ منهنجو ساهہ ٻوساٽجي ويندو ۽ مري ويندس."

"ساڳيءَ ريت آنا بہ کوکي اندر بند ٿي ٻوساٽجي مرڻ ڪونہ چاهيندا. پرَ اسان تہ انهن کي کوکي اندر بند ڪري ٻوساٽي مارڻ پئي چاهيو!" مشڪا چيو.

"پوءِ ان لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟"

"ان لاءِ اسان کي تازي هوا جي رستي جو بندوبست ڪرڻو پوندو. اصلي انڪيوبيٽر ۾ بہ تازي هوا جي لنگهہ جو بندوبست ڪيو ويندو آهي."

ان کان پوءِ اسان وڏي احتياط سان هڪ هڪ ڪري کوکي مان آنا ڪڍي ڪاريءَ ۾ رکيا تہ متان ڀڄي پون. پوءِ مشڪا هڪ سيراهي ڪٿي آيو ۽ کوکي ۾ ان مقصد سان ننڍڙا ننڍڙا سوراخ ڪرڻ لڳو تہ جيئن ڪاربن ڊاءِ آڪسائيڊ سولائيءَ سان ٻاهر نڪري سگهي. جڏهن اهو ڪم پورو ٿيو تہ آنا ڪٿي انڪيوبيٽر واري کوکي ۾ رکي مٿان پڙ ڏئي ڇڏيوسون.

"گهڙي کن ترس. اسان کي اها خبر ڪانهي تہ پهريان انڪيوبيٽر کي گرم ڪبو آهي، پوءِ آنا رکبا آهن. يا اڳ ۾ آنا رکبا آهن ۽ پوءِ ان کي گرم ڪبو آهي." مُشڪا اهو چئي، ڪتاب ڪڍي پڙهڻ لڳو.

ٿوريءَ دير کان پوءِ هن چيو تہ اسين وري بہ غلطي ڪري ويٺا آهيون. ڪتاب ٻڌائي ٿو تہ انڪيوبيٽر اندر ٿوري گهمَ هئڻ ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ جيڪڏهن هوا خُشڪ هوندي تہ آنن اندر موجود پاڻياٺ کوپن جي ننڍڙن سوراخن وسيلي ٻاڦ جي شڪل اختيار ڪري اڏامي نڪري ويندي ۽ آني اندر موجود جيوت مري ويندي. تنهنڪري اسانَ کي پاڻيءَ سان

هڪ ننڍڙو ٽانءُ پري انڪيوبيٽر اندر رکيو پوندو. اهو پاڻي ٻاڦ ٿي اڏامندو رهندو ۽ انڪيوبيٽر اندر مناسب گهم موجود رهندي.

ان کان پوءِ اسان ٻيهر آنن کي انڪيوبيٽر کان ٻاهر ڪڍيو. ان لاءِ اسان ٻه ٽي ننڍيون وٽيون پاڻيءَ سان پري اندر انڪيوبيٽر ۾ رکيون. پر پُڙ ورايوسين ته اچي ڪونه سگهيو ۽ مٿي ٻيهي رهيو. چوڏاري نهاريوسون ته من اهڙي ڪا ننڍڙي شيءِ ملي پوي، جنهن ۾ پاڻي وجهي انڪيوبيٽر ۾ رکجي، جو اُن جو پڙ ڪوکي سان ٺهڪي ٻيهي، پر اسان کي اهڙي ڪا به شيءِ نظر ڪانه آئي. گهڙي کن کان پوءِ مشڪا کي ياد آيو ته سندس ننڍڙي ڀيڻ مايا جي رانديڪن ۾ ڪاٺ جا ننڍڙا پتڪڙا پيالا پيا آهن.

"جيڪڏهن اسان هن مقصد لاءِ مايا جي رانديڪن مان ڪاٺ جا ننڍڙا پيالا ڪم آڻينداسون ته ڪو عار ڪونه آهي."

"واه جي ڳالهه ڪئي اٿئي، ڊوڙ ۽ جهٽ ڪٺي اچ." مون کيس چيو.

مشڪا ڀڳو ۽ جهٽ ڪاٺ جا ننڍڙا چار پيالا ڪٺي اچي پهتو. جيڪي مايا جي راند جي ننڍڙين پليٽن سان گڏ پيا هئا. انهن کي انڪيوبيٽر اندر رکي ڏٺوسين ته صحيح لڳا. پوءِ انهن کي پاڻيءَ سان پري انڪيوبيٽر جي هر هڪ ڪنڊ ۾ رکيو سين. آنن رکڻ کان پوءِ پتو پيو ته اتي فقط ٻارهن آنن جي جاءِ بچي هئي، باقي جاءِ پيالا والاري ويا هئا.



اهو ڏسي مشڪا چيو ته "ٻارهن چوزا ٻه اسان لاءِ گهڻا آهن. انهن کان وڌيڪ اسان کي چوزن جي ضرورت به ڪانه آهي. اسان هنن چوزن جي چوڳي چُوٽي جو به مَس بندوبست ڪري سگهنداسون."

مايا اندر اچي ڏٺو ته اسان سندس چار پيالا انڪيوبيٽر ۾ رکيا آهن ته اچي خبرن ۾ پئي.

"ڏس مايا، اسان تنهنجا هي پيالا هميشه لاءِ ڪونه کنيا آهن. ايڪيهن ڏينهن

ڪان پوءِ توکي موٽي ملندا. جيڪڏهن تون چاهين تہ اسان ان جي بدلي ۾ آنا توکي ڏيون.“

”مان ٻن ڏيان تنهنجي انهن آنن کي ـ خالي آنن کي مان ٻاهر ڏيان.“ مايا سڏڪا ڀريندي چيو.

”اڙي ڇري ڇرڻ، اهي خالي ڪونہ آهن. انهن ۾ اڇيون ۽ پيليون ٽڪيون بہ آهن. اِهي صيحيح سالم آنا آهن.“

”پر اهي چوزن جي برابر تہ ڪونہ آهن“

”هائو پر جڏهن چوزا ڦٽي نڪرندا تہ انهن مان هڪ چوزو تنهنجو بہ ٿيو.“ مشڪا مايا کي ريجهائيندي چيو.

”اهو تون سچائي سان پيو چوين؟“ مايا ڪيس چيو.

”هائو بلڪل سچائيءَ سان. چڱو هاڻي هتان ڪسڪ ـ اسان جي ڪم ۾ ڀڃ نہ وجهہ اسان تہ ڏکئي ڪم ۾ اڙجي ويا آهيون. منجهي پيا آهيون تہ شروع ڪٿان ڪجي؟ اسان کي تہ اهو بہ پتو ڪونہ ٿو پوي تہ انڪيوبيٽر کي پهريان گرم ڪجي، پوءِ ان ۾ آنا رکجن يا اڳ ۾ آنا رکجن ۽ پوءِ انڪيوبيٽر کي گرم ڪجي.

مشڪا ٻيو ڀيرو ڪتاب کڻي پڙهڻ لڳو. جنهن ۾ لکيل هو تہ ان لاءِ ڪهڙو بہ طريقو ڪم آڻي سگهجي ٿو.

”سڀ ڪجهہ صحيح تہ آهي. بجليءَ جي بٽڻ کي هيٺ ڪري ڪم جي شروعات ڪجي.“ مشڪا کي مشورو ڏنم.

”مون کي تہ ٻڀ ٿو ٿئي. تنهنجا پاڳ پلا آهن. تون پنهنجي هٿن سان بجليءَ جو بٽڻ هيٺ ڪري، ڪم جي شروعات ڪر باقي مون کي ڇڏ، مان تہ آهيان ئي ننڍڙو.“ مُشڪا چيو.

”پر توکي اهڙو خيال ڪيئن آيو؟“ مون ڏانهس نهاريندي پڇيو.

”مان ائين ئي سمجهان ٿو تہ مان ننڍڙو آهيان. سون کي هٿ لايان تہ پٽل ٿي پوي، مون تہ ڪنهن ڪم ۾ سوڀ ڪانہ ماڻي آهي.

”هان، ڇا ـ تہ تون بہ مون وانگر ٽرڙ ننڍڙو آهين.“

اسان ٻنهي کي پنهنجي زندگيءَ جون سيئي ڳالهيون ياد اچڻ لڳيون. جن مان محسوس ائين ٿي رهيو هو تہ اسان ٻئي ڇوڙنڪ چنبا آهيون.

جيڪڏهن اها ڳالهه آهي تہ پوءِ اسان ٻنهي کي گهرجي تہ ڪم جي شروعات نہ ڪريون. ۽ مايا کي چئون تہ اها بجليءَ جي بٽڻ کي هيٺ ڪري. ڪم جي شروعات ڪري.

مُشڪا کي چيم تہ پيٽ کي سڌ ڪر تہ مان ان کان پڇان. مايا آئي تہ مون ڪانئس سوال ڪيو تہ مايا، ڇا تون بخت جي چڱي آهين؟"

"هائو." مايا وراڻيو.

"ڇا توکي سڄي زندگيءَ ۾ ناڪامي ڪانہ ٿي آهي؟"

"ڪڏهن بہ نہ." هن وراڻيو.

"ڏاڍو سٺو تون هن ڪوکي اندر بلب ڏسي رهي آهين."

"ها، ڏسان پئي."

"چڱو وچ ۾ تار وارو سوئچ وچي پلگ ۾ وجهہ ۽ بجليءَ جي بٽڻ کي هيٺ ڪري ڇڏ."

مايا اڳتي وڌي انڪيوبيٽر واري بجليءَ جو بٽڻ هيٺ ڪري ڇڏيو.

"ڪو ٻيو ڪم؟" مايا چيو.

"ٻيو ڪجهہ بہ نہ. هاڻي جند ڇڏ. وڌيڪ تنگ نہ ڪر."

مايا اک ڇنڀ ۾ الائي ڪاڏهون جو ڪاڏي هلي وئي. ان کان پوءِ اسان ڪوکي تي پڙ ورائي ڏئي ڇڏيو ۽ ٿرموميٽر ڏانهن گهوري ڏسڻ لڳاسين. ٿرموميٽر پهريان 64 گرمي پد وٽ بيهي رهيو. پوءِ اڳتي هلي 68 ڊگرين تي پهتو. پوءِ تڪڙو هلي 77 ۽ پوءِ 86 ڊگرين تائين پهچي ويو. پر اهو گرمي پد گهربل گرمي پد کان گهٽ هيٺ هو. اڌ ڪلاڪ کان پوءِ 95 ڊگرين تي پهچي بيهي رهيو. بتيءَ جي هيٺان هڪ ٻيو ڪتاب رکيوسين تہ اها ڪجهہ مٿڀرو تي بيٺي ۽ پاڻيءَ واريءَ هوديءَ جي ويجهو ٿي وئي ۽ ٿرمو ميٽر جو پارو مٿي چڙهي وڃي 102 ڊگريون گرمي پد تي بيٺو ۽ اڃا بہ مٿي چڙهڻ لڳو.

"بجليءَ کي بند ڪر. ٿرموميٽر 104 ڊگريون گرمي پد تي وڃي پهتو آهي. هيٺان ٽيڪ ڏنل ڪتاب ٽلهو آهي." مشڪا جي اها ڳالهہ ٻڌي، بتيءَ جي هيٺان ڏنل ٽلهو ڪتاب ڪڍي سنهون ڪتاب رکيم. تہ ٿرماميٽر جو پارو هيٺ لهي 102 ڊگريون گرمي پد وٽ پهچي، وڌيڪ هيٺ لهڻ لڳو.

"اهو تہ تمام سنهون ڪتاب آهي. بيهہ تہ مان مشق وارو نوٽبڪ ڪڍي اچان." مُشڪا چيو. هو ڊوڙي جهٽ پٽ ۾ مشق وارو نوٽبڪ ڪڍي آيو ۽ اچي بتيءَ هيٺان ڏنائين. ائين ڪرڻ ڪان پوءِ ٿرموميٽر جو پارو متي چڙهي وڃي 102 ڊگريون گرمي پد وٽ پهتو ۽ اتي ٽِڪي بيهي رهيو. اسان جون اکيون ٿرموميٽر تي ڄميل هيون. جنهن جو پارو هڪ جڳهہ تي بيٺو رهيو.

"بلڪل ٺيڪ. اسان کي اهو گرمي پد 21 ڏينهن لاءِ هڪ ڪرو رکڻو پوندو. سوچ تہ اسان ائين ڪري سگهون ٿا يا نہ؟" مشڪا آهستي چيو.

"بلڪل ڪري سگهون ٿا." مون وراڻيو.

"چاڪاڻ تہ جيڪڏهن اسان ائين نہ ڪيو تہ اسان جو سڄو پورهيو ئي پاڻيءَ ۾!"

"اسان ۾ ائين ڪرڻ جي سمت آهي. ڪير ٿو چوي تہ اسين ائين ڪري ڪونہ سگهنداسين." مون جواب ۾ چيو. اسين سڄو ڏينهن انڪيوبيٽر جي پرسان ويٺا رهياسون ۽ پَلُ بہ پاسي ڪونہ ٿياسين. اسان پنهنجا سبق بہ رڌڻي ۾ پڪا ڪيا. سڄو وقت اکيون ٿرمو ميٽر ۾ اٽڪيل هيون. جيڪو 102 ڊگرين جي گرمي پد تي ٽڪيو بيٺو هو.

"هر ڪم ڏاڍي سٺي طريقي سان ٿي رهيو آهي. جيڪڏهن اسان اهڙين ڳالهين کي برقرار رکڻ ۾ سوڀارا ٿياسون تہ 21 ڏينهن اندر چوزا آنن مان ڦٽي پوندا – پورا 12 گلن جهڙا سهڻا. من مُهڻا چوزا. جڏهن اهي چون چون ڪري گڏجي هلندا تہ محسوس ائين ٿيندو تہ چڻ ڌرتيءَ تي ننڍڙا گل گهمي رهيا هجن.

# گرمي پد جو هيٽ لهڻ

مون کي ٻين اسڪولي ٻارن جي چاڻ ڪانه آهي، پر مان ته آچر واريءَ رات جو دير سان سمهندو آهيان. ڇاڪاڻ ته صبح جو اسڪول وڃڻو ڪونه هوندو آهي، نه وري ڪيڏانهن اچڻو وڃڻو پوندو آهي. ستن ڏينهن ۾ فقط هڪ ڏينهن هوندو آهي جو ماٺهو ويڙهيو سيڙهيو بستري ۾ پيو هوندو آهي، ۽ ان ۾ ڪوبہ عيب ڪونہ آهي. ٻئي ڏينهن آچر هو. هونئن ته آچر تي دير سان اٿندو آهيان، پر هِن آچر تي سويل ئي اک کلي وئي. سج به گهڻو ڪونہ چڙهيو هو پر روشني موجود هئي. مون ٻيهر ننڊ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ته مون کي جلد ئي انڪيوبيٽر ياد اچي ويو. ٽپ ڏئي بستري مان اٿيس ۽ جهٽ پٽ ۾ ڪپڙا بدلائي مُشڪا ڏانهن هليو ويس. گهر جو در هن پاڻ اچي کوليو. "سُشُ" هن شُشُڪارو ڪندي منهنجا ڪن ڪٽايا ۽ چيائين ته "گهر جا سمورا ڀاتي اڃا ننڊ ۾ پيا آهن. جي گوڙ ڪندين ته جاڳي پوندا. ايترو ساجهر ڇو اچي پهتو آهين؟ ابهرائيءَ ۾ در واري گهنٽي به اهڙي زور سان وڄائي اٿئي، جو ڄڻ گهر کي باهہ لڳي وئي آهي." مُشڪا ٿورو ڪاوڙجي چيو جيڪو اڃا سمهڻ واريءَ پوشاڪ ۾ هو ۽ سندس پير به اگهاڙا هئا.

"تون ته جاڳي ڇڪو آهين نہ، ڪي اڃا ننڊاڪڙو آهين؟"

"مون ته سڄي رات ننڊ ئي ڪانہ ڪئي آهي." مُشڪا ڳوري آواز وراڻيو.

"ڇو؟"

"انڪيوبيٽر جي چنتا هئي سڄي رات جاڳي ڪاٽي اٿم ۽ ڪن لاءِ به اک ڪانہ لڳي آهي."

"ڪا اڻ وڻندڙ ڳالهہ ته ڪانہ ٿي آهي؟"

"بس هيٽ ڪرندو رهيو." مُشڪا جواب ڏنو.

"هيٽ ڪرڻ جو ڪارڻ ڪهڙو هو؟ ڪالهہ ته ٺيڪ طريقي سان ٻينو رهيو هو."

"تون ته صفا ڪوڏُ آهين ـ انڪيوبيٽر نہ پر، گرمي پد."

"مان ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته گرمي پد آخر ڇو پيو ڪِري؟"

"مون کي پاڻ اها ڄاڻ ڪانه آهي ته گرمي پد هيٺ ڇو ڪِريو؟ منهنجي اک لڳڻ تائين هر شيءِ صحيح طريقي سان ڪم ڪري رهي هئي، پر مون کي چوزن جي خوشيءَ ۾ ننڊ ئي ڪانه آئي. ٿوري گهڙيءَ کان پوءِ اٿيس ۽ رڌڻي ۾ وڃي ڏٺم ته انڪيوبيٽر صحيح نموني سان ڪم ڪري رهيو آهي يا نه. مون ڏٺو ته گرمي پد لهي 101 ڊگرين تي بيٺو هو. ان کان پوءِ مون هڪ ٻيو ڪتاب ڪڻي لئمپ جي هيٺان رکيو. گهڙيءَ کن کان پوءِ گرمي پد مٿي چڙهي 102 ڊگرين تي وڃي بيٺو. مون کي ان ڳڻتيءَ ۾ ننڊ ئي ڪانه آئي ته جيڪڏهن گرمي پد هيٺ لٿو ته اسان جي چوزن جو ڇا ٿيندو؟ موٽي ننڊ ڪرڻ بدران اتي ويهي رهيس ته ڏسان ڇا ٿو ٿئي. مون کي جاڳندي ٻه ڪلاڪ ٿي ويا. گرمي پد هڪ جاءِ تي ٽِڪيو بيٺو رهيو. مان واندو ويهي ٿڪجي پيو هُئس. اتي هڪ ڪتاب پيو هو جيڪو پڙهڻ شروع ڪيم. مان ڪهاڻي پڙهڻ ۾ ايڏو ته گم ٿي ويس جو انڪيوبيٽر ئي وسري ويو. جڏهن مون ڪتاب مان اک ڪڍي اُن ڏينهن نهاريو ته ان جو گرمي پد لهي اچي 101 ڊگرين تي بيٺو هو. ان کان پوءِ ٻه هڪ ڊگري گرمي پد هيٺ لهي ويو. مون مشق جو هڪ ٻيو نوٽبڪ لئمپ جي هيٺان رکيو ته گرمي پد مٿي چڙهي مناسب درجي تي وڃي بيٺو. ڏس هاڻي اهو هڪ جاءِ تي ٽِڪي بيهي رهيو آهي، پر تون پڪ سان چئي ڪونه سگهندين ته ٿوري وقت کان پوءِ اهو گرمي پد ڪهڙو هوندو؟"

"چڱو تون وڃي هنڌ ۾ ليٽ، مان ٿو گرمي پد جي نظرداري ڪريان." ڪيس مشورو ڏنم.

"هاڻي سمهڻ مان ڪهڙو فائدو - چٽو ڏينهن ٿي ويو آهي،" مشڪ جواب ۾ چيو.

هو پيءُ تي هلي پنهنجي ڪمري ۾ ويو ته جيئن ڪو ڪڙڪو نه ٿئي ۽ سندس گهر جا ياتي جاڳي نه پون. اُتي پهچي هن ڦٽي ڏني، ۽ پتلون ۽ قميص پائي، بوٽ جون ڪهيون چڪي، ٻڌي جيئن ئي ڪوچ تي آهليو ته ننڊ پئجي ويو.

مون دل ۾ چيو ته "هن کي ڪونه جاڳائيندس، ڀلي ستو پيو هجي."

مان انڪيوبيٽر پرسان سُرت سان ويٺو هُئس ۽ اکيون ٿرموميٽر ۾ کتل هيون. ٿوري وقت کان پوءِ مان واندو ويهي ٿڪجي پيس. مرغي خاني جي موضوع تي لکيل هڪ ڪتاب پيو هو جنهن کي پڙهڻ لڳس ته انڪيوبيٽر ڪهڙي طريقي سان ڪم ڪندو آهي. ان ۾ لکيل هو ته جيڪڏهن آنا هڪ جاءِتا رکيا ۽ سندن پاسي بدل نه ٿيندي رهندي ته آيمبريو (Embryo) اندرئين پاسي کان آني جي کوپي سان چنبڙي پوندو ۽ چوزا معذور ٿي ڦٽندا. جيڪڏهن اهي معذور ٿي نه ڦٽا ته ڪمزور ضرور هوندا. انهي ڪري آنن جو هر ٽن

ڪلاڪن کان پوءِ پاسو بدلائڻ ضروري آهي نه ته ايمبريو اندرئين پاسي کان آنِي جي کوپي سان چهٽي پوندو.

مون انڪيوبيٽر کولي آنن جي پاسن کي بدلائڻ شروع ڪيو. ان وچ ۾ مشڪا جي اک کلي وئي ۽ ڏٺائين ته مان انڪيوبيٽر کولي ڪجھ ڪري رهيو آهيان. تنهن تي هو ٽپ ڏئي اٿيو.

"آنن سان ڪهڙي ڪئونس شروع ڪئي اٿئي. اٿئي ته ڪو متي ۾ ڪيڙو." مُشڪا رڙ ڪري چيو.

سندس آواز ٻڌي مون کان ڇرڪ نڪري ويو ۽ هڪ آنو هٿ مان ڪِرڻ تي هو.

"ڪجھ به ڪونه ٿو ڪريان." مون کيس ورائيو.

"ڪجھ به نه جو مطلب ڇا؟ تو انڪيوبيٽر ڇو کوليو آهي. مون تو کي اهو ڪونه ٻڌايو هو ڇا ته 21 ڏينهن کان اڳ چوزا ڪونه ڦٽندا. تنهنجي مرضي آهي ته چوزا هڪ ڏينهن اندر ڦُٽي نڪرن." هن ڪاوڙ جو اظهار ڪندي چيو.

"مان اهو ڪونه ٿو چاهيان ته چوزا هڪ ڏينهن اندر ڦٽي نڪرن." مون کيس سمجھائڻ جي ڪوشش ڪئي ته هر ٽن ڪلاڪن کان پوءِ هر آني جو پاسو بدلائڻ ضروري آهي، پر هو ٽپي باهه تي ويو. منهنجي ته هڪ به نه ٻڌائين، ۽ جيتري نڙي ۾ طاقت هئس وڏي آواز سان الائي ڇا جو ڇا چئي وجي پار پيو.

"مان چوانءِ ٿو پُٽ ڏئي انڪيوبيٽر کي بند ڪر."

"ٻڌين ڪونه ٿو ته پُٽ ڏئي انڪيوبيٽر هڪدم بند ڪر. منهنجي اک مس لڳي هوندي ته تو انڪيوبيٽر سان هٿ چراند ڪرڻ شروع ڪئي آهي. تون جي ائين ڪندو رهئين ته مون کي ته هڪ منٽ به ننڊ ڪانه ايندي."

"مون چوزن کي ڏسڻ لاءِ انڪيوبيٽر ڪونه کوليو آهي." کيس چيم. هن ٻوڙي اچي انڪيوبيٽر کي ڍڪ ڏنو. پر ان وقت تائين مان سيني آنن جا پاسا بدلائي چڪو هوس.

مشڪا ڏاڍيان ڳالهائي آسمان ڪٽي متي تي ڪنيو هو. تنهنڪري سندس ماءُ پيءُ ڇرڪ پري اٿيا ته گهر ۾ الائي ڪهڙو ممڙ مچي ويو آهي.

هنن رڏٽي وٽ پهچي مُشڪا کي چيو ته "ڇا تي مانڌاڻ مچائي وڌو اٿئي؟"

"هِـن گڏهـ وچي انڪيوبيٽر جو پـُـڙ متي ڪيو آهي." مشڪا مون ڏانهن اشارو ڪندي چيو.

مون کين سمجهايو تہ جيڪڏهن هر ٽن ڪلاڪن کان پوءِ آنن جو پاسو نہ بدلائبو تہ چوزا معذور ٿي ڦٽندا.

"ڪير ٿو چوي. جيڪڏهن ائين هجي ها تہ آري تي ويٺل ڪُڪڙين جا چوزا منڊا ٿــُـندا ڦٽن ها."

"ڪُڪِڙ جڏهن آري تي ويهندي آهي تہ پنهنجي چهنب سان آنن جا پاسا بدلائيندي رهندي آهي." مـُـشڪا جي ماءُ چيو.

"بيوقوف ڪُڪِڙ کي ڪنهن ٻڌايو تہ آنن جا پاسا بدلايا وڃن" مـُـشڪا چيو.

"ڪڪڙيون ايڏيون چريون ڪونہ آهن جيڏو تون انهن کي سمجهين ٿو." ماٿس کيس وراڻيو.

مـُـشڪا سندس ڳالهہ ٻڌي گهڙي کن لاءِ تہ ماٺ ٿي ويو.

"مون کي بہ ياد اچي ٿو تہ ڪڪڙيون ائين ڪنديون آهن. مون بہ کين پنهنجي اکين سان اِئين ڪندي ڏٺو آهي."

اُهي نڪ سان آنن کي ڦيري گهيري هيٺان ڪنديون آهن ۽ پيون اُنهن کي سيرينديون پيرينديون آهن. مـُـشڪا ان حقيقت کي قبول ڪندي ڳالهہ ڪئي.

"اڙي موڳا مٺر. تو اهڙيون ڪڪڙيون ڪٿي ڏٺيون. جن کي نــڪ ٿيندا آهن." مشڪا جي پيءُ کلندي کيس چيو.

"منهنجو مطلب چهنب آهي. ڪڪڙ جو نڪ ۽ چهنب هڪ تہ ٿيندو آهي."

# گرمي پد جو مٿي چڙهڻ

اٽڪل ڏهين وڳي ٿرموميٽر جو پارو هڪ ڊگري گرمي پـَدُ مٿي چڙهي ويو. ٿنهنڪري مشق جو هڪ نوٽبڪ ڪِـسڪائي ڪڍي لئمپ کي ٿورو هيٺ ڪيوسين.

"مون کان تہ اهڙو خفو ڪونہ ٿو پُـڄي." مُشڪا بيزار ٿيندي چيو. "سڄي رات گرمي پد هيٺ لهندو رهيو ۽ هاڻي ڏينهن جو وري مٿي پيو چڙهي. آهي ڪو هـِن کان پڇڻ وارو؟"

بنپهرن جي مانيءَ کان ٿورو اڳ لئمپ کي ٿورو هيٺ ڪيوسين، ڇاڪاڻ تہ گرمي پد مٿي چڙهي ويو هو. مانيءَ کان پوءِ مشڪا صوفي تي آهلي پيو تہ کيس ننڊ اچي وئي. آئون اڪيلو وينو هوس تہ ويڳاڻپ محسوس ٿي. چوندا آهن تہ ويٺي کان وندر ڀلي، سو تصويرن وارو اسڪيچ بُڪ کڻي مشڪا جي ائين تصوير ٺاهيم، جيئن هـُـو ستو پيو هو. اصل ۾ ننڊ ۾ پيل ماڻهن جو اسڪيچ ڪڍڻ ڏاڍو سولو هوندو آهي، ڇو تہ انهيءَ مهل هو چرندو پرندو ڪونہ آهي.

ٿوري وقت کان پوءِ ڪوسـتيا ڊِياتـڪـِن بہ اچي اتي پهتو ۽ اچڻ سان رڙ ڪري چيائين، "سمهڻ جو هيءَ وري ڪهڙو طريقو آهي؟ هـِن سان ڪهڙو ڪـَلور ٿيو آهي- ڇڻ بيمار ستو پيو آهي!"

"هاڻي ٿي ستو آهي." مون کيس جواب ڏنو.

ڪوستيا اڳتي وڌي کيس ڪلهن کان وٺي ڌونڌاڙيو ۽ چيو تہ "هيءَ تہ جاڳڻ جو وقت آهي!"

مـشڪا ڇرڪ ڀري اُٿيو ۽ چيائين، "اڙي، هي تہ صبح ٿي چڪو آهي."

ڪوستيا کلي کيس چيو تہ "چريا، صبح آهي يا رات ٿيڻ واري آهي. اُٿ تہ راند کيڏون. ڏِس تہ آسمان ڪيڏو نہ روشن آهي پکي بہ منڙيون لاتيون لنوي رهيا آهن."

"اسان کي راند لاءِ وقت ڪونہ آهي. اسان واندا مل ڪونہ آهيو." مشڪا ورائيو.

"آخر ڪهڙو ڪم اٿئي؟" ڪوستيا کانئس پڇيو.

"تمام ضروري ڪم."

ان کان پوءِ مُشڪا اتي انڪيوبيٽر وٽ پهتو. ٿرموميٽر ڏانهن نهاريائين ۽ آرس موڙي اوباسي ڏنائين.

"اتي ويٺو ڇا پيو ڪرين؟ ويٺو ائين آهين ڄڻ مارڪيٽ ۾ ڦڪريا" ٿرموميٽر ڏانهن ڏسي مُشڪا ڪاوڙجي ڪيس چيو.

ٿرموميٽر ڏانهن نهاريم ته اهو 103 ڊگريون گرمي پد تي بيٺو هو.

"مان جيڪڏهن نه جاڳان ها ته گرمي پد وڃي 104 ڊگرين تي ٺهڪو ڪري ها."

"جيڪڏهن تُنهنجو ڪونگهرن جو ٽڪاءُ پيو پوندو ته ان ۾ منهنجو ڪهڙو ڏوهه؟" مون ڪيس ورائيو.

"مون انڪيوبيٽر جي چنتا ۾ گهڙي به ننڊ ڪانه ڪئي آهي."

"پر انهن پنهي ڳالهين ۾ مان ڏوهي ڪونه آهيان." ڪيس چيم.

ڪوسٽيا انڪيوبيٽر کي چوڏاري ڦري ڏٺو ۽ چيائين ته "هي به ٻاڦ واريءَ انجڻ جو ڪو پيو ماڊل آهي."

"مان ته اڳيئي ڄاڻهون ڪندو آهيان ته تو ۾ عقل نالي واري شيءِ جي ذري به موجود ڪانه آهي. ڇا هيءَ توکي ٻاڦ واري انجڻ ٿي لڳي؟"

"پوءِ پلا هيءَ ڪهڙي شيءِ آهي؟"

"هَڻ ڏُڪو ته پوي تُنهنجي عقل جو پتو."

"ته پوءِ اها ضرور اسٽيم ٽربائين (Steam_turbine) هوندي"

"بلڪل غلط - وري به اندازو لڳاءِ"

"جيٽ انجڻ جو ڪوبه نمونو."

مُشڪا ۽ مان هن جون اوڻٽيون ڳالهيون ٻڌي کِلَ ۾ ٻڏي وياسون. "تون سڄي صدي اندازو هڻندو رهندين پر پڄندي ڪونه"

"چڱو پلا، اوهين ٻڌايو ته ڇا آهي؟"

"انڪيوبيٽر."

"انڪيوبيٽر؟ مون سمجهيو پر ايندو ڪهڙي ڪم آهي؟"

"توکي خبر نہ آهي ڇا تہ انڪيوبيٽر ڪهڙي ڪم ايندو آهي. هن سان ڪڪڙين جا آنا ڦوڙيا ويندا آهن." مُشڪا ڪيس سمجهايو.

"هي انڪيوبيٽر ڇا منجهان ڪهڙي شيءِ ڦوڙيندو؟"

مُشڪا ڪنگهڪار ڪندي مايوس ٿي چيو تہ "آنن مان ڦوڙيندو ٻيو ڇا منجهان. ريلون نڪتيون، بسون نڪتيون پر مُلڪ مان موڳا نہ ويا."

"آنن منجهان چوزا! ڪڪڙين بدران هي ڪم ڪندو؟ مون کي اڳيئي خبر هئي، پر مون سمجهيو هو تہ اهڙي شيءِ کي هينڪوپيٽر جي نالي سڏيو ويندو هوندو. پر آنا ڪٿي آهن؟"

"هن کوکي اندر."

"اچو تہ ڏسون."

"اسان جيڪڏهن هرهڪ ماڻهوءَ کي انڪيوبيٽر کولي آنا ڏيکاريندا رهنداسين تہ آنا ڦوڙجي ڪونہ سگهندا. توکي بہ فقط تڏهن ڏيکاريندا سين، جڏهن انهن جي پاسن بدلائڻ لاءِ کوکو کوليندا سين."

"توهان ائين ڪيڏي مهل ڪندا؟"

مون ۾ مشڪا جهٽ پٽ حساب ڪري کيس ٻڌايو تہ آئين وڳي.

ڪوسٽيا چيو تہ هو ايترو وقت اُتي ترسي، اُهي آنا ضرور ڏسندو. مشڪا ان وقت پنهنجو شطرنج بورڊ ڪڍي آيو ۽ راند کيڏڻ ويهي رهياسين. سچي ڳالهہ اها آهي تہ شطرنج تي ڇٽا کيڏي ڪونہ سگهندا آهن. فقط بہ ڇٽا کيڏي سگهندا آهن. ٽيون ڇٽو فقط مشورو ڏيندو آهي. هونءَ بہ شطرنج ٽن ڇٽن جو کيڏڻ سنو ڪونہ هوندو آهي. جيڪڏهن ڪو ماڻهو راند ۾ سرسي ڪري ويندو آهي تہ هارايل ڏر چوندي آهي، 'صلاحڪار جي مدد سان کٽيو اٿس.' جيڪڏهن هارائيندو تہ مٿس ٺٺول ڪندا ۽ چوندا تہ 'تون ايڏو جڏو رانديگر آهين، جو ٻئي ماڻهوءَ جي واهر هوندي بہ کٽي ڪونہ سگهئين! تڏهن تہ چيو ويندو آهي تہ شطرنج ٻن ماڻهن جي راند آهي ۽ ٽيون ماڻهو هرپرو دخل اندازي ڪندو آهي.'

نيٺ گهڙيال آٺ وڄايا. اُن وقت مُشڪا اٿي انڪيوبيٽر وارو کوکو کولي، آنن کي اُٿلائڻ پُٿلائڻ لڳو ۽ ڪوسٽيا آنا ڏسڻ ۾ ڪُڇڻ لڳو:

"ڏهه يارهن - يارهن آنا. ڇٽيو تہ اوهان فقط يارهن ٽا ڦوڙايو؟"

"يارهن!" مُشڪا تعجب وچان رڙ ڪري چيو.

"شايد تون ڳڻپ ۾ ڀُلجي پيو آهين. آنا تہ ٻارهن هئا. وچي ڏوڙ پائي، ڪنهن چوري ڪيو هوندو. اها تہ ٻُڌي مرڻ جهڙي ڳالهہ آهي!"

ڪانوَ جي ڪاوڙ آڪ مَڪڙ تي، سو مشڪا وري اچي مون تي ڏمريو ۽ چوڻ لڳو تہ "تو آخر ڪيو ڇا پئي؟ هتان آنو ڇو چورائجي ويو. تون تہ هتي ويٺو ئي هئين نظرداريءَ جي مقصد سان. پوءِ ائين ڇو ٿيو؟"

"مان تہ ڪيڏانهن ويو ئي ڪونہ آهيان. سڄو وقت انڪيوبيٽر ۾ اکيون وجهيون ويٺو هئس. الائي ڪير مون کي سرمون پائي ويو. اڃو تہ وري ڳڻيون - ڪوسَتيا ڳڻڻ ۾ غلطي ڪئي هوندي"

مُشڪا جڏهن آنا ڳڻيا تہ اهي وري تيرهن ٿي پيا.

"ڏسو هاڻي تہ رهندو هڪ وڌي ويو. اهو واڌو آنو هتي ڪنهن رکيو هوندو؟"

"جڏهن مون ڳڻيا تہ اهي گهٽ نہ وڌ. پورا ٻارهن ٿيا."

"توهين حسابن ۾ ڏاڍا هوشيار آهيو. جو اوهان کي ٻارهن تائين ڳڻڻ بہ ڪونہ ٿو اچي، پيارا!". مون کين چيو.

"مان تہ منجهي پيو آهيان. مون کان هڪ آنو سيرڻ وسي ويو هو. خبر نہ آهي تہ الائي ڪهڙي آني جو پاسو ڪونہ بدلايم." مُشڪا چيو.

ان وقت مايا ڊوڙندي اندر آئي ۽ آنن مٿان بيهي چيائين:

"هِين. سڀ کان وڏي آني جو چوزو منهنجو آهي."

سندس اهڙي ڳالهہ ٻڌي مان ۽ مُشڪا تہ آپي مان نڪري وياسون ۽ کيس ڏمڪي ڏئي چيوسون تہ "جيڪڏهن تون اڳتي ائين هلي آئينءَ تہ توکي اهو هڪ چوزو بہ ڪونہ ملندو." اهو ٻڌي مايا اچي رئڻ ۾ پئي.

"مون اوهان کي پيالا ڏنا آهن. اُن ڪري جڏهن بہ منهنجي دل چوندي آنا ڏسنديس".

"تون ائين نٿي ڪري سگهين." هن مايا کي ٻاهر ڪڍي، رڌڻي جو در بند ڪري ڇڏيو.

"اسان کي هاڻي ڇا ڪرڻ گهرجي. سيني آنن جا پاسا بدلائڻ صحيح ٿيندو يا نہ" مون مُشڪا کي چيو.

"بهتر آهي تہ پاسا نہ بدلايون. جيڪڏهن اسان ائين ڪيو تہ سندن ساڳيا پاسا وري بہ هيٺ ٿي ويندا, جيئن پهريائين هئا. باقي پڻي پيري پاسي بدلائڻ وقت خبرداريءَ کان ڪم وٺبو."

"توهان آنن تي نشان ڪيو تہ توهان کي سولائيءَ سان پتو پئجي ويندو تہ ڪهڙي آني جو پاسو بدلايو ويو آهي ۽ ڪهڙي جو نہ." ڪوسٽيا مشورو ڏنو.

"ڪهڙو نشان ڪجي؟"

"منڊيءَ جو"

"نہ مان هِنن مٿان انگن جو نشان ٿو هڻان." مُشڪا چيو.

پوءِ هڪ ڪان وٺي پارهن آنن تي انگن جا نشان ڪيا ويا. "پڻي پيري جڏهن هنن جا پاسا بدلائيندا سين تہ انگن وارو پاسو هيٺ اچي ويندو." مُشڪا اهي چئي انڪيوبيٽر کي پُٺ ڏئي بند ڪري ڇڏيو.

جڏهن ڪوسٽيا گهر وڃڻ لڳو تہ مُشڪا کيس چيو:

"اسڪول ۾ ڪنهن کي بہ اسان جي انڪيوبيٽر جو نہ ٻڌائجان."

"ڇو نہ ٻڌايان."

"اُنهيءَ ڪري تہ هو اسان جي انڪيوبيٽر تي کلندا."

"ڇو کلندا. انڪيوبيٽر تہ هڪ ڪمائتي شيءِ آهي."

"توهان کي خبر آهي تہ ٻار ڪهڙي قسم جا هوندا آهن. چوندا تہ اسين پڻي ڇٽا آري تي وهڻ واريون ڪُڪڙيون آهيون. ان کان سواءِ اهو بہ چوندا تہ ڪامياب ڪونہ ٿيندا سين. سو اسان پنهنجي ناڪاميءَ جي ڳالهہ ٻين جي واتئون ٻڌڻ ڪونہ ٿا چاهيون."

"پر توهين ناڪام ڇو ٿيندا؟"

"ڇا بہ ٿي سگهي ٿو. اهو ڪم اهڙو سولو ڪونہ آهي جيئن تون سمجهين ٿو. اِئين بہ ٿي سگهي ٿو تہ اسين ڪٿي غلطي ڪندا هجون. تنهنڪري تون پنهنجو وات بند ڪجانءِ ۽ ڪنهن سان بہ ٻڙڪ نہ ٻولجان."

"ڇگو مان ڪنهن کي بہ ڪونہ ٻڌائيندس." ڪوسٽيا واعدو ڪيو.

# نظرداريءَ جو ڪم مايا حوالي

"ڪم ڪيئن پيو هلي؟" جڏهن مان ٻئي ڏينهن صبح جو مُشڪا سان مليس تہ کانئس سوال ڪيم.

"تمام سٺو پيو هلي. رڳو سڄي رات گرمي پد هيٺ لهندو رهيو."

"مطلب تہ تو ڪالهہ رات جيان اڄ رات بہ جاڳي گذاري آهي؟"

"نہ اهين ڪونہ آهي. مان تازو توانو ۽ فُرتت لڳو پيو آهيان. گهڙيال کي ٺاهي ڇڏيو اٿم. جيڪو هر ٽن ڪلاڪن کان پوءِ گهنٽي وڄائي مون کي ننڊ مان اٿاريندو آهي."

"پر گرمي پد ڇو ڪِرندو رهيو؟ ڏينهن جو تہ بلڪل صحيح هو ۽ هڪ جاءِ تي ٽڪيو بيٺو هو." مون کانئس پڇيو.

"مون کي خبر آهي تہ ائين ڇو ٿو ٿئي. جيئن تہ رات جو ٿڌ هوندي آهي، تنهنڪري انڪيوبيٽر جو گرمي پد لهي ويندو آهي. ڏينهن جو وري گرمي هوندي آهي تہ گرمي پد مٿي چڙهي ويندو آهي. اهو ئي سبب آهي جو انڪيوبيٽر جو گرمي پد ڏينهن جو مٿي چڙهي ويندو آهي ۽ رات جو هيٺ لهي ويندو آهي." مُشڪا ٻڌايو.



"اِنهيءَ تہ سمجهہ کي مُنهن ڏيڻ لاءِ ڪهڙو بلو ڪرڻ کپي؟ پر جڏهن اسين اسڪول هلنداسون تہ پٺيان هِن ڪم کي ڪير سنڀاليندو." مون کيس چيو.

"شايد اهو ڪم مايا ڪري، کانئس پڇي ڏسون." مُشڪا ورائيو.

بعد ۾ مُشڪا مايا کي اندر سڏ ڪري کانئس پڇيو تہ "جيڪڏهن اسين اسڪول هجون تہ پويان انڪيوبيٽر جي سار سنڀال ڪري سگهندينءَ يا نہ؟"

" نہ بلڪل نہ. تون اهو ساڳيو آهين نہ جنهن

مون کي ڪالهه هيتان ڏڪا ڏئي، ٻاهر ڪڍيو هو. هاڻي وري چوين پيو ته منهنجي مدد ڪر.“

”منهنجي ڳالهه ٻڌ ـ تون چاهين ٿي ته چوزا مري وڃن؟“

جيڪڏهن اسان اُنهن جي سار سنڀال نه لهنداسين ته اُنهن مان هڪ به چوزو ڪونه بچندو ۽ تو وارو چوزو به مري ويندو. اسين اُها ڳالهه پنهنجي لاءِ نه پر چوزن لاءِ چئي رهيا آهيون. ڪيس جڏهن ڳالهه سمجهائي وئي ته هوءَ انڪار ڪري ڪانه سگهي. ان کان پوءِ مون کيس ٻڌايو ته ڇا ڪرڻو آهي.

”ڏس، هيءَ ٿرموميٽر آهي. هن اندر موجود پاري کي 102 ڊگرين کان مٿي نه وڃڻ گهرجي. اِها ڳالهه تون ياد رکي سگهندينءَ.“

”ها، بلڪل ياد رکي سگهنديس.“

پر پوءِ به پڪ خاطر مون ڳاڙهي پينسل سان 102 گرمي پد وٽ نشان ڪيو.

”هن ڳالهه کي جڏهن به نه سمجهجانءِ ته جڏهن به پارو ٿورو به مٿي چڙهي ته پاڻيءَ واريءَ هوديءَ هيٺان ٻرندڙ لئمپ هيٺان رکيل مشق جي ڪتابن مان هڪ ڪڍي وٺجان. جڏهن لئمپ هيٺ ٿيندي ته ٿرماميٽر اندر موجود پارو هيٺ لهي ايندو.

”سمجهيئي نه؟“

”هائو سمجهيم.“

ان کان پوءِ مون کيس اِهو به سمجهايو ته آنن جا پاسا ڪهڙي طريقي سان بدلائي سگهجن ٿا. ان ڪم لاءِ کيس ٻڌايم ته جڏهن ٻارهن وڄن ته هوءَ انڪيوبيٽر کي کولي آنن جا پاسا بدلائي. بعد ۾ مان ۽ مشڪا اسڪول هليا وياسين.

اسين ڪلاس روم ۾ مس گهڙياسين ته ڪوسٽيا رڙ ڪري پڇيو ”توهان جو انڪيوبيٽر ته صحيح نموني سان پيو هلي يا نه؟“

مشڪا چپن تي آڱر رکندي ”شِي“ جهڙو آواز ڪڍي کيس خبردار ڪيو ته وڌيڪ نه ڳالهائي. هو هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو ته متان ڪوسٽيا جي واتئون نڪتل ڳالهه ڪنهن شاگرد ٻڌي ته ڪانه ورتي آهي.

”پر مون ته سُرٻاٽ ڪري چيو“ ڪوسٽيا وضاحت ڪندي چيو.

”اِهو سرٻاٽ هو؟ تو ته ڳلو ڦاڙي وڏي آواز سان چيو هو“ مشڪا جواب ۾ چيو.

"چگو مان پڙهڪ بہ ٻاهر ڪونہ ڪيندس، پر اها ڳالهہ سٺي آهي ۽ دل تي چاهي تہ ٻين کي ٻڌايان."

"جيڪڏهن تون جهلڻ سان بہ نٿو مُڙين تہ پوءِ اسان وٽ وري نہ اچڻ ۽ ياد اٿئي تو ماٺ رهڻ جو واعدو ڪيو هو. چگو هاڻي پلي وڃي سيني کي ٻڌاءِ"، هل..."

"چگو مان ڪنهن سان بہ ڳالهہ ڪونہ ڪندس. پر منهنجو خيال آهي تہ نيچرل هسٽريءَ جي سبق وقت اها ڳالهہ ماريا پيٽرو ونا کي ٻڌايان تہ اوهان هڪ انڪيوبيٽر ٺاهيو آهي. هوءَ اها ڳالهہ ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيندي"

جيڪڏهن تو اها ڳالهہ ماريا پيٽرو ونا کي ٻڌائي تہ چڻ سڄي ڪلاس کي ٻڌائي. اها ڳالهہ پوءِ ڪلاس ۾ وينل سيئي ٻار ٻڌي وٺندا.

"چگو ادا، مان ماٺ رهندس.. اهڙو چُپ جهڙي قبر."

ڪرستيا وات تي هٿ ڏئي هليو ويو پر هن کي آنڊ مانڊ لڳل هئي تہ هو اسان جي انڪيوبيٽر بابت ڪنهن نہ ڪنهن کي ٻڌائي نہ.

سبق شروع ٿيو تہ مُشڪا کي انڪيوبيٽر جي ڳڻتيءَ اچي ڪنيو. هو سوچڻ لڳو تہ جيڪڏهن مايا ڪان ڪا غلطي ٿي وئي تہ ڇا ٿيندو.

"پر هوءَ ڪري بہ ڇا سگهندي!" .

"اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ ڪانئس گرمي پد ڏسڻ وسري وڃي."

"پر مون تہ ڪيس سخت هدايتون ڏنيون هيون."

"جيڪڏهن هوءَ گهر ۾ ويٺي تنگ ٿئي ۽ کيڏڻ لاءِ ٻاهر هلي وڃي!"

"پر هن واعدو ڪيو هو تہ هوءَ اِئين ڪانہ ڪندي"

"جيڪڏهن هن انڪيوبيٽر مان پنهنجا پيالا ڪيڍي ورتا تہ ڇا ٿيندو؟"

"پر هوءَ اِئين ڪانہ ڪندي"

"جيڪڏهن لئمپ وارو بلب سڙي وڃي تہ ڇا ڪري سگهنداسين."

نيچرل هسٽريءَ جي سبق ۾ مون ۽ مُشڪا تمام گهٽو ڳالهايو هو تنهنڪري ماريا پئترونا اسان ٻنهي کي ڏار ڪري ويهاريو. مُشڪا جون اکيون وِچ جوڙ ڏيک ڏئي رهيون

هيون، جيڪو ڪلاس جي هڪ ڪنڊ ۾ ويٺو هو ۽ مون ڏانهن گهوري ڏسي رهيو هو. سچو معاملو ٿي مُنجهي پيو هو.

ڪوستيا وات تي هٿ ڏئي سرباڻن ۾ ڳالهائي رهيو هو پر ٻڌي سڀ شاگرد رهيا هئا.

"مان ماريا پيٽرووِنا کي توهان جي انڪيوبيٽر بابت ضرور ٻڌائيندس." ڪوستيا چيو.

مُشڪا پنهنجي جاءِ تي ويٺو ڪاوڙ ۾ پاسا ورائي رهيو هو ۽ چئي رهيو هو:

"تون غدار آهين، فريبي آهين."

ان وقت ڪوستيا وات تان هٿ لاهي ورتو.

"ٻڌاءِ ڪوستيا! تون ڇا ٿو چوين؟" ماريا پيٽرووِنا ڪانئس پڇيو.

"مشڪا پري کان هٿ جو اشارو ڪري ڪوستيا کي روڪيو ته ماٺ رهي."

"ماريا پيٽرووِنا، انڪيوبيٽر ڇا هوندو آهي؟" ڪوستيا ڏاڍي سادگيءَ سان ماريا کان پڇيو.

ماريا، ڪوستيا کي سمجهائيندي چيو ته ماڻهو گهڻي وقت کان وٺي هن مشين کان واقف آهن. جنهن سان ڪڪڙ جي آري کان سواءِ ماڻهو چوزا ڦوڙي سگهندا آهن. پر ان جو مناسب گرمي پد هڪ ڪرو رکيو ويندو آهي. اڄ کان به هزار سال اڳ مصر ۽ چين ۾ انڪيوبيٽر ڪم آندا ويندا هئا. قديم آثارن جي ماهرن مصر مان قديم انڪيوبيٽرن جا آثار ڳولي لڌا آهن. قديم قسم جا اهي انڪيوبيٽر ٿورا آنا ڦوڙي سگهندا هئا. موجوده دور ۾ وڏا انڪيوبيٽر موجود آهن، جن وسيلي هڪ ئي وقت سوَن جي تعداد ۾ آنا ڦوڙي سگهجن ٿا."

"اسانجي ٻن هڪ جيڏن دوستن محنت ڪري هڪڙو انڪيوبيٽر ٺاهي ورتو آهي. تون سمجهين ٿي ته اهي پنهنجي ان ارادي ۾ ڪامياب ٿيندا ۽ ان وسيلي چوزا ڦوڙي سگهندا؟" ڪوستيا ماريا کان پڇيو.

"تون به انڪيوبيٽر ٺاهي آنا ڦوڙي سگهين ٿو." ماريا کيس جواب ڏنو. پر "ان ۾ ڏچو وڏو آهي. ڪارخانن ۾ ٺهيل انڪيوبيٽرن ۾ گرمي پد کي برقرار رکڻ لاءِ مختلف طريقا اختيار ڪيا ويا آهن. ان کان سواءِ انهن ۾ گِهم رکڻ جو به انتظام موجود هوندو آهي. جڏهن ته گهر ۾ ٺاهيل انڪيوبيٽر ۾ اهڙو نظام موجود ڪونه هوندو آهي، تنهنڪري وڏي خبرداريءَ سان ڪم ڪرڻو پوندو آهي. جيڪڏهن تُنهنجا اهي دوست پنهنجي اٽل ارادي سان ڪم ڪري رهيا آهن ۽ سونجهڙيا آهن ته هو پنهنجي اُنهي ڪم ۾ ضرور ڪامياب ٿيندا. پر

جيڪڏهن اهي اسان هم ڪلاسين 'مشڪا ۽ ڪوليا' جهڙا ابهرا آهن ته انهن جي پورهيي مان ڪو ڪڙ تيل ڪونه نڪرندو." هن وڏيڪ چيو.

"ڇو؟" مُشڪا تپي چيو.

"ڇاڪاڻ ته تون بي ڏيانو آهين ۽ ڪلاس ۾ به نِڪمو ۽ سست لڳندو آهين." ماريا اِئين چئي پنهنجو سبق ياد ڪرڻ لڳي.

اُن ڏينهن اسان اسڪول مان ٻاهر اچي رهيا هئاسين ته وِتيا سيميوف اچي اسان کي روڪيو ۽ چيائين ته اڄ 'ينگ نيچرلسٽ سرڪل' ۾ ڪم ڪرڻ جو اسان جو وارو آهي.

"نه بلڪل نه اهو ممڪن ئي ڪونه آهي." مُشڪا ڪيس تَپي چيو. ڪيئن اِهو به چيائين، "اسان وٽ ايترو وقت ڪونه آهي."

توکي ته سدائين ڪنهن به ڪم لاءِ وقت ڪونه هوندو آهي. جيڪڏهن ائين هو ته اسان جي سرڪل ۾ ڇو داخل ٿئين؟ هيءُ ڇيٽ جي مزيدار رُت آهي ۽ اسان کي پکين لاءِ آکيرا ٺاهڻا آهن."

"اسين پکين جا آکيرا پوءِ ٺاهينداسين"

"پر پکين جي موٽي اچڻ وارا سندن سانگ جا ڏينهن ته هاڻي پورا ٿي چڪا آهن."

"اُهي اڃا ڪونه موٽندا."

"تنهنجو مطلب ڇا آهي ته پکي تُنهنجي انتظار ۾ ويٺا هوندا ته ڪڏهن تو مشڪا آکيرا ٺاهي ته هُو موٽن."

"ڪين ٿورو وقت انتظار ڪرڻو پوندو." مشڪا ڪيس ورائيو.

پوءِ اسان رکيو ڪڙين تي زور - سڀ شيون صحيح طريقي سان ڪم ڪري رهيو هيون. اهو ڏسي اسان جي اندر کي آٿتُ آيو. بلب به سڙيو ڪونه هو. گرمي پد به صحيح هو. ماريا به انڪيوبيٽر جي پرسان پنهنجيءَ جاءِ تي خبرداريءَ سان ويٺي هئي. اسان سندس ٿورا مڃيا ۽ ڪيس راند ڪيڏڻ جي موڪل ڏني.

# هڪ نئون ڏچو

اُن ڏينهن کان وٺي ٿرموميٽر ڏسڻ، آنن جا پاسا بدلائڻ، پاڻيءَ جي هودي ۾ پيالن کي پاڻيءَ سان ڀرڻ اسان جي ڏهاڙيءَ جو ڪم بڻجي ويو هو. ڇاڪاڻ ته پاڻي ٻاڦ ٿي جلديءَ ۾ اڏامي ويندو هو. اِها ڪا سخت محنت ڪانه هئي، پر ماڻهوءَ کي سدائين خبردار رهڻو ٿي پيو. جيڪڏهن نه ته ڪجهه نه ڪجهه ٿيڻ جو ڊچ هو يا گرمي پد چڙهي ويڻو هو يا آنن جا پاسا بدلائڻ جو ڪم وسري وڃڻ جو خطرو هو. تنهنڪري اک سدائين انڪيوبيٽر ۾ رکڻي هئي.

سڀ کان وڌيڪ مصيبت ۾ مُشڪا هو. ڇاڪاڻ ته ڪيس ساري رات جاڳي انڪيوبيٽر تي نظر رکڻي هئي. رات جو قرار سان ننڊ به ڪري ڪونه سگهندو هو. ڏينهن جو به سدائين ڪيس خبردار رهڻو پوندو هو. هو منجهند جي مانيءَ کان پوءِ رڌڻي ۾ رکيل صوفي تي سمهي ڪري وٺندو هو. مون وٽ ڊرائنگ بُڪُ هوندو هو جنهن ۾ سندس ننڊ ۾ هجڻ واري انداز جي تصوير ٺاهي وٺندو هوس.

اهو سلسلو پنج ڏينهن ۽ پنج راتيون سانده هلندو رهيو. پنجين ڏينهن مُشڪا کي اسڪول ۾ ننڊ اچي وئي. ان وقت استاد سبق پڙهائي رهيو هو. اهو ڏسي. نادي زهدا وڪٽورو ونا. ڪيس چڱي چنڊ پٽي ۽ سارو ڪلاس مٿس ڏاڍو کليو.

اُهو ڏسي مُشڪا کي ڏاڍو ڏک ٿيو. هر ماڻهو ٻئي تي کلڻ پسندو ڪندو آهي، پر اهو پسند ڪونه ڪندو آهي ته ٻيا ماڻهو مٿس کلن.

ان ڪانسواءِ مون به سندس اهي خاڪا اسڪول آٽي ڪلاس جي ڇوڪرن کي ڏيکاريا جيڪي مون سندس ننڊ ۾ ڪڍيا هئا. انهن ۾ ڪجهه سمهڻ ۽ ڪجهه وهڻ جا خاڪا شامل هئا. هڪ خاڪي ۾ ڪيس اٿي ويهڻ جي ڪوشش ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. ڇوڪرن ڏسڻ شرط اندازو ڪري ورتو هو ته اهي خاڪا مُشڪا جا آهن. مُشڪا ته اڳئي چڙيو وينو هو ۽ خاڪا ڏسڻ شرط صفا هٿن مان نڪري ويو.

"تون ننڊ ڪرڻ جو چيمپين آهين" ڪيوروو سِڪن، مشڪا کي چيڙائيندي چيو.

"هي ته ننڊ جي مقابلي ۾ عالمي چمپين ثابت ٿيندو ۽ اڳيان سڀ رڪارڊ ٽوڙي

ڇڏيندو" سينيا بابروف ٿهڪ ڏيندي چيو. هن وڌيڪ چيو "هي ٻورمائوس جيان 24 ئي ڪلاڪ سمهي سگهي ٿو."

خاڪا هڪ ڪان ٻئي ڇوڪري تائين سڄي ڪلاس ۾ ڦرندا رهيا. هر ڇوڪرو سندس ڪارٽون ڏسندو، مٿس ٽوڪون ۽ طنزون ڪندو رهيو. سڄو ڪلاس ٽهڪن ۾ گونجي رهيو هو.

"تون منهنجا هي ڪِنا خاڪا هيڏانهن ڪٿي ڇو آئين؟"، ائين چئي هن مون تي اُلر ڪئي.

"مون کي اها خبر ڪانه هئي تہ هِنن خاڪن تي ڇوڪرا کلندا ۽ توتي ٺٺولون ۽ چٿرون ڪندا." مون کيس ٿڌو ڪندي چيو.

"تو اُهي خاڪا ڄاڻي واڻي آندا آهن تہ جيئن ڇوڪرا مون تي کِلن ۽ ٻوءِ ٻوءِ ڪن. واهہ جو سنگتي آهين! هاڻي تو سان منهنجي ڪِٽي."

"مشڪا ويساهہ ڪر - منهنجي هرگز اها نيت ڪانہ هئي. چئين تہ قسم کڻان. مان سچ ٿو چوان تہ توتي ٺٺولون ڪرائڻ منهنجو مقصد ڪونہ هو. جيڪڏهن مون کي اهڙي ڄاڻ هجي ها تہ اِئين ٿيندو تہ تنهنجا اهي خاڪا بلڪل ڪونہ ڪيان ها." مون وضاحت ڪندي کيس ٻڌايو.

مشڪا ڇون سڄو ڏينهن مِٺون ڦوڪيل رهيون ۽ مون سان ڪونہ ڳالهايئين.

"تون اِهو انڪيوبيٽر ڪٿي پنهنجي گهر وچي رک ۽ سڄي رات گرمي پد جي نظر داري ڪر ۽ آنن جا پاسا بہ بدلاءِ. هونئنءَ بہ تون واندو ويهي منهنجا ڪِل جهڙا ڪارٽون ئي تہ ڪيندو آهين!"

"اِنهيءَ ۾ ڪهڙو عار آهي. پنج ڏينهن پنج راتيون جيڪڏهن تو نظرداري ڪئي آهي تہ پنج ڏينهن پنج راتيون نظرداري ڪرڻ منهنجو بہ فرض آهي."

اسان ٻنهي ڄڻن انڪيوبيٽر کنيو ۽ منهنجي گهر اچي رکيو. جنهن ڪان پوءِ منهنجي لاءِ ڏچي جي شروعات ٿي.

هر رات مان گهڙيال وِهاڻي هيٺان رکي سمهندو هئس. پوءِ آڌيءَ رات جو گهڙيال منهنجي ڪن ۾ وڄڻ شروع ڪندو هو. ان ويل پڪي پڪڻ ۽ جيت جٽيا مِٺيءَ ننڊ ۾ هوندا هئا. پر منهنجو آرام وِهہ هو. ننڊ - جاڳ ۾ ٿيڙ ٿاٻا کائيندو وڃي انڪيوبيٽر وٽ پهچندو

هئس. ٿرموميٽر جو گرمي پد ڏسي، آنن جا پاسا بدلائي، وري به ٽـڙندو ٽاپا کائيندو اچي هنڌ ۾ ڪرندو هئس. شروعاتي ڏينهن ۾ رات جو ننڊ ڪانه ايندي هئي. ۽ جڏهن ننڊ جا گيرٽ ايندا ٿي مس هئا ته گهڙيال رڙيون ڪرڻ شروع ڪري ڏيندو هو. ڪاوڙ ڏاڍي ايندي هئي ته جيڪڙ پيچي پورا ڪري ڇڏيانس. جو اُن منهنجي ننڊ نـهوڙي ناس ڪري ڇڏي هئي.

صبح جو اٿندو هوس ته لڳ پيا پـچندا هئا. ايڏي مستي ۽ ساٿائي هوندي هئي، جو دل چوندي هئي، ته جيڪر هنڌ ۾ ليٽيو پيو هجان. ڪپڙا به اڌ پڌ اڌ جاگ ۾ پائيندو هئس ۽ پتلون کي قميص سمجهي ڳچيءَ ۾ وجهندو هئس. ۽ قميص کي وري پتلون سمجهي اُن جي ٻانهن ۾ ڄنگهون وجهي، ڇڪي پائڻ جي ڪوشش ڪندو هئس. هڪ پيري ساڄي پير جو بوٽ کابي پير ۾ ۽ کابي پير جو ساڄي ۾ پائي اسڪول هليو ويس. جڏهن ڇوڪرن جي نظر پئي ته ڏاڍو کـليا هئا. پوءِ سبق هلندي مون انهن کي بدلائي ورتو.

ڏهينءَ راتِ ته هڪ عجيب واقعو ٿيو. ان رات شايد گهڙيال کي گهنٽي واري چابي ڏيڻ وسري وئي يا وري گهري ننڊ ۾ گهڙيال جي گهنٽي ڪانه ٻڌيم. سڄي رات ڦڙهه لڳو پيو هئس. جاڳ اُن وقت ٿي، جڏهن چئون ڏينهن ٿي چڪو هو. پهريائين ته مان ڪجهه به سمجهي ڪونه سگهيس ته ڇا معاملو آهي. پر پوءِ ياد آيو ته مون ته رات جو هڪ پيرو به اٺي انڪيوبيٽر کي وڃي ڪونه ڏٺو آهي. پوءِ هڪدم هنڌ مان اٿي انڪيوبيٽر ڏانهن ڊوڙيس ۽ ڏٺم ته گرمي پد 99 ڊگرين تي هو. اصلي گرمي پد کان ٽي ڊگريون به هيٺ. مون هڪدم مشقن جا به ڪتاب ڪڍي لئمپ هيٺان ڏئي ڇڏيا. مون پئي سوچيو ته هاڻي ڪجهه به ڪونه ٿيندو ڇاڪاڻ ته ان وقت آنا ٿڌا ٿي چڪا هوندا. ڏهن ڏينهن جو پورهيو ئي پاڻي ۾ پئجي ويو. هن وقت ايمبريو به وڏي گهٽو وڏو ٿي ويو هوندو. پر پنهنجي وڏائي جو نه ويچ نه طبيب. هن ساري نقصان جو ذميوار آءٌ پاڻ هئس.

پاڻ تي اهڙي ڪاوڙ آئي جو پنهنجا چنبا پٽڻ شروع ڪري ڏنم.

پارو آهستي آهستي مٿي چڙهي وڃي 102 ڊگريون گرمي پد تي پهتو. پر مان ڏاڍو ڏڪارو هئس.

هاڻي گرمي پد صحيح آهي. آنا به سٺا سٺرا آهن ۽ اڳي جيان نظر اچي رهيا آهن. پر اندران ته مري چڪا هوندا. شايد اُنهن مان هڪ به چوزو ڪونه نڪرندو!

اهو به امڪان آهي ته انهن کي ڪو نقصان نه پهتو هجي ۽ ايمبريو اڃا مُـئو نه هجي.

پر اسان کي اهڙو پتو ڪيئن پوندو. سمجهڻ جو سولو طريقو اهو آهي ته مناسب گرميءَ ۾ وڌي نه اچي ۽ جيڪڏهن ايڪهين ڏينهن چوزا نه نڪرن ته سمجهڻ کپي ته ايمبريو مري ويو. اِهو به ممڪن اُهي ته مٺا ئي نه هجن. پر اجا ته پورا يارهن ڏينهن پيا آهن. اهڙيون ڳالهيون سوچيندي مون کي ڏاڍو ڏک پئي ٿيو. هاڻي 12 سهڻن من موهڻن چوزن بدران ڪجهه به ڪونه ملندو. ان وقت تائين مشڪلا به اچي پهتو هو ۽ ٿرموميٽر کي ڏسي چيائين:

— "واهه واهه! ڏاڍو سٺو گرمي پد آهي. ڪم بهترين طريقي سان هلي رهيو آهي. هاڻي رات واري سار سنڀال منهنجي ٻلي."

"نه اِهو فرض مان ادا ڪندس. تون اهڙي شيءِ لاءِ پنهنجو رت ڇو ولوڙين، جنهن جو نتيجو ڪجهه به ڪونه نڪرندو."

"فرض ڪر ته هڪ به چوزو نه ٿو ڦٽي"

"پلي هڪ چوزو نه به ڦٽي، پر تون اڪيلو ڇو لوڙين؟ اسين ٻئي سنگتي آهيون - ڏک سک ۾ گڏ آهيون. ڪوڙو مٺو گڏجي کائبو. تنهنڪري اسين ڏک سک ۾ هڪ ٻئي سان پائيوار رهنداسين"

مون کي سمجهه ۾ ڪونه آيو ته ڳالهه ڪيئن ٻڌايان. ڪهڙي طريقي سان پنهنجي غلطيءَ جو اعتراف ڪريان. تنهنڪري چُپ چڱي. بس اِهو منهنجو فيصلو آهي. جيتوڻيڪ مون چڱو نه ڪيو هو. پر منهنجي وس جي ڳالهه به ڪانه هئي!

# هڪ اهم ڳڌجاڻي

ڪوستيا ڏهاڙي ايندو هو ۽ موٽي وڃي سَربستي خبرچار ڪلاس جي ڇوڪرن کي ٻڌائيندو هو ته ڪهڙي طريقي سان آنن ڦوڙڻ جو ڪم اڳتي وڌي رهيو آهي. پر ڪانئن اها ڳالهه لڪائيندو هو ته اهو ڪم سندس ڪلاسي مشڪا ۽ ڪوليا ڪري رهيا آهن. پر ڪين ٻڌائيندو هو ته اهو تجربو ڪنهن ٻئي اسڪول جا ٻار ڪري رهيا آهن.

هڪ ڏينهن وِتيا سميموف ڪيس چيو "مان انهن ڇوڪرن سان ملڻ چاهيان ٿو."

"ڇو؟"

"اهي ته ڀاڪوڙي ڇوڪرا آهن. اسان اهڙن محنتي ڇوڪرن سان گڏجي 'ينگ نيچرلسٽ' ۾ ڪم ڪري سگهون ٿا. خير، اسان جو ڪم ڏاڍو سٺو هلي رهيو آهي. باقي مُشڪا ۽ ڪوليا جهڙن ڇيڳرن ڇوڪرن مان ته نه هوندُ نه شڪرا ڪَڪُ ٻچي ٻيٺو ڪونه ٿا ڪن. هن وٽن پوکڻ ۾ به اسان جي واهر ڪانه ڪئي. هاڻي وري پکين جي آکيرن ٺاهڻ ۾ هٿ ڪونه ٿا وٺائين ـ چئه ته ڪم ڪان ٻرو."

"هُنن چنلبن ته وٽن پوکڻ ۾ به مدد ڪانه ڪئي." ڪوستيا، مشڪا ۽ مون کي اک هٽندي چيو. وڏيڪ چيائين ته اها جدا ڳالهه آهي. شايد وٽن انهيءَ ڪم ڪان سواءِ ڪي ٻيا به ڪم هُجن.

وِتيا کي اها خبر پئجي ڪانه سگهي هئي ته جن ڇوڪرن جي ڪوستيا ساڻس ڳالهه ڪري رهيو هو سي مُشڪا ۽ مان آهيون. اسان کي وري پنهنجي ليکي هڪ الڳ ڳڻتي ۽ ڳاراٽو هو. اهي سڀ اڻ سُونهندڙ ڳالهيون انڪيوبيٽر جي سار سنڀال لهڻ ڪري پئي ٿيون ۽ اسان پنهنجي ڪم ڏانهن ڌيان ڏيڻ ئي ڇڏي ڏنو هو. ان جو نتيجو اهو نڪتو هو جو اسان ٻنهي ڄڻن پنجن مان فقط ٻه مارڪون ڪنيون هيون. اُستاد اليگزينڊر پيئفريمو وِچ مون کي هڪ حساب ڏنو ۽ چيائين ته بورڊ تي اهو ڪري ڏيکار پر مون کي ڪونه آيو تنهنڪري هن مون کي به مارڪون ڏنيون. ان کان پوءِ هن مشڪا کي سڏ ڪيو. ڪيس به حساب ڏئي چيائين ته بورڊ تي حل ڪري وٺ. اُن کي به اهو حساب ڪونه آيو. ڪيس ٻن ڪان وڌيڪ

هو ان باري ۾ وڏيڪ ڪجهه بہ ڳالهائي ڪونہ سگهيو هو. چاڪاڻ تہ اليگزينڊر يئفريمووچ اسان ٻنهي کي الڳ ڪري ويهاريو هو.

آخري رسيس ۾ زينيا سڪ وور تسوف اسان کي چيو:

"سبق کان پوءِ اوهان ڪلاس ۾ ويهجو تہ هڪ گڏجاڻي ڪنداسين."

"پر اسين ويهي ڪين سگهنداسين. اسان وٽ ايترو وقت نہ آهي." مُشڪا ۽ مون کيس وراڻيو.

"توهان کي ڪنهن بہ حالت ۾ ترسڻو پوندو." زينيا چيو. هن وڌيڪ چيو "اسان اوهان ٻنهي بابت ڪجهہ ڳالهائڻ چاهيون ٿا."

"اسان ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي؟"

"اُهو تہ انهيءَ گڏجاڻيءَ ۾ ٻڌايو ويندو." زينيا چيو.

"مان ترسڻ چاهيان ٿو. اسان کي بہ مارڪون ملڻ ڪري اِهو معڻ متو آهي ۽ گڏجاڻي بہ انهيءَ سلسلي ۾ ڪوٺائي پئي وڃي. هو گروپ جو چيئرمين آهي ۽ سندس مرضي آهي تہ جڏهن بہ گڏجاڻيون ڪوٺائي. هي همراهہ بہ تيستائين گڏجاڻيون ڪوٺائيندو رهندو جيستائين کيس بہ مارڪون ملن."

"هو سبق پڙهڻ ۾ هوشيار آهي. تنهنڪري کيس بہ مارڪون ڪونہ ملنديون." مون چيو.

"تون هروڀرو هُن جو پاسو ٿو کڻين."

"مان هِن جو پاسو نہ ٿو کڻان. سچ ٿو چوان."

"ڏوڙ وجهينس. اسين ترسنداسين." مُشڪا بيزار ٿيندي چيو.

"اهو صحيح آ. مايا انڪيوبيٽر وٽ ويئي هوندي. تنهنڪري اسان گڏجاڻيءَ ۾ ويهي ڏسون تہ ڇا ٿو ٿئي."

گڏجاڻي شروع ٿي تہ زينيا ڳالهائڻ شروع ڪيو:

"اڄ اسين هن گڏجاڻيءَ ۾ مارڪن ۽ هلت چلت تي ڳالهائينداسين. ڏٺو ويو آهي تہ ڪجهہ وقت کان وٺي ڪجهہ ڇوڪرا ڪلاس اندر بداخلاقيءَ جو مظاهرو ڪري رهيا آهن ۽ ڪلاس هلندي گوڙ شور، چـلولايون ۽ بدتميزيون ڪري رهيا آهن. ان کان سواءِ ڪلاس ۾

موجود ڇوڪرن سان ڪيچل ڪري ڪين پڙهڻ ڪونہ ٿا ڏين. گوڙ شور ڪرڻ ڪري ڪين اڳ ۾ بہ جدا ويهارڻ جي ڪوشش ڪئي وئي هئي، پر پوءِ بہ هو من مستين ڪرڻ کان ڪونہ مُڙيا. اها ڪا سٺي ڳالهہ ڪانہ آهي. هاڻي بہ انهن بہ مارڪون ڪنيون آهن."

"مون کي بہ مارڪون نہ پر 'واڌو بہ' مارڪون مليون آهن." مشڪا چيو.

"اوهان ٻنهي کي ٻين مضمونن ۾ بہ بہ مارڪون مليون آهن." زينيا چيو.

"اسان کي ٻئي ڪنهن بہ مضمون ۾ بہ مارڪون ڪونہ مليون آهن."

"مون کي 'رشيا' جي مضمون ۾ ٽي مارڪون مليون آهن." مشاڪا چيو.

"هن کي 'ڪاٿو ٽي' مليون آهن"وانيا لوزڪن چيو.

"تون ڇڙي وچ ۾ ڇالاءِ ٿو ٽين ٽين ڪرين؟" مشڪا ڪيس ڪاوڙ ۾ چيو.

"تنهنجو مطلب ڇاهي؟ هي پايونيئر ميٽنگ آهي ۽ مون کي هر ڳالهہ چوڻ جو حق آهي."

"توکي اصول مطابق اول ڳالهائڻ جي اجازت وٺڻ گهرجي."

ان کان پوءِ هُو ڳالهائڻ جي موڪل وٺي چوڻ لڳو تہ "جيڪڏهن مون کان پڇندا تہ اهي ايتريون ٿوريون مارڪون ڇو ٿا کڻن تہ مان ان جو جواب اِهو ڏيندس تہ اِهي ڪنهن سبب جي ڪري هوم ورڪ ڪندا ئي ڪونہ آهن. اسان انهن کان پڇنداسين تہ ان جو ڪارڻ ڇا آهي؟"

"اهو صحيح آهي. اسان کي پڇڻ جو حق آهي تہ جيئن ان جو ڪارڻ معلوم ٿي سگهي." زينيا چيو.

"ان جو ڪوبہ ڪارڻ ڪونہ آهي." مشڪا وراڻيو.

"ان جو ڪارڻ مان ڄاڻان ٿي. هي ٻئي جڏا ڪلاس ۾ بہ هڪ ٻئي سان ڳالهائيندا رهندا آهن. ان ڳالهہ ڏانهن ڌيان ڪونہ ڏيندا آهن تہ استاد ڇا پيو سمجهائي. ان کان سواءِ گهر ۾ ڪونہ پڙهندا آهن. ڪين ڇيو وڃي تہ هو هڪ ٻئي کان ڌار رهن. ان صورت ۾ ئي هو سُڌري سگهن ٿا." ليوشا ڪيورو چڪن چيو.

"توهين اسان کي هڪ ٻئي کان الڳ ڪري نہ ٿا سگهو. اسين سنگتي آهيون. اسان کي ڪڏهن بہ هڪ ٻئي کان جدا ڪري نہ ٿو سگهجي." مشڪا وراڻيو.

"توهين دوست آهيو پر اوهان هڪ ٻئي سان دشمني ڪري رهيا آهيو" سينيا بابرووف چيو.

ان وقت ڪوستيا اٿي بيهي رهيو ۽ اسان بابت ڳالهائڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو "اهڙو ڪو دوست آهي جو دوست سان دشمني ڪندو. هجي!"

"پر اِهي ٻئي هڪ ٻئي سان دشمني ڪن پيا ۽ ٻئي ڄڻا هڪ ٻئي جو نقل ڪن پيا. جيڪڏهن هڪڙو ڳالهائي ٿو ته ٻيو به ڳالهائڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي. جيڪڏهن هڪ سبق ياد نه ٿو ڪري ته ٻيو به ائين ڪرڻ شروع ڪري ٿو. جيڪڏهن هڪ ڀ مارڪون حاصل ڪري ٿو ته ٻيو به ڀ مارڪون حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ٿو. تنهنڪري ڪين هاڻي جدا ڪرڻو پوندو ۽ ائين ڪرڻ کان سواءِ ڪو ٻيو رستو ڪونه رهيو آهي." وتيا سميموف چيو.

"هڪ منٽ ترسو اسين هنن کي هميشه لاءِ الڳ ڪري سگهون ٿا. پر پهريائين اِهو به ته ڏسڻ گهرجي ته اسان هنن جي اِن ڏس ۾ ڪا مدد ڪري سگهون ٿا يا نه. ٿي سگهي ٿو ته واقعي ڪين ايترو ڪو اهم ڪم آهي جو هو پنهنجن سبقن کي به ٿورو وقت ڏئي نه ٿا سگهن." ڪوستيا وري وچ ۾ ڳالهائيندي ڪين چيو.

"تنهنجو مطلب ڇا آهي؟ تون اهو چوڻ چاهين ٿو ته وٽن ايترو وقت نه آهي، جو سبق ياد ڪري سگهن."

"هائو ٿي سگهي ٿو ته هُو ڪو اهڙو ڪو اهم ڪندا هجن."

"ڪو اهم ڪم! اهو اهم ڪم ڪهڙو ٿي سگهي ٿو؟" سينيا بابرووف وڏو ٽهڪ ڏيندي چيو.

"مثال طور. متان اهي انڪيوبيٽر ٺاهڻ جي ڪم ۾ رڌل هجن."

"انڪيوبيٽر." سينيا بابرووف وري وڏو ٽهڪ ڏنو.

"هائو انڪيوبيٽر. ڇا اهو ٺاهڻ ڪو سولو ڪم آهي؟ مون کي خبر آهي ته هو سڄي رات جاڳي گرمي پد تي نظرداري ڪندا آهن. سڄو ڏينهن به ڇڻ ڪتي جي وات ۾ هوندا آهن. پر پوءِ به انعام بدران ڪين ڇڙٻون ٿيون ملن."

"هيءَ ته ڪا پراسرار ڪهاڻي آهي. آءُ ڄاڻڻ چاهيان ٿو ته ڇا هنن سچ پچ ۾ انڪيوبيٽر ٺاهيو آهي؟" زينيا ڪاوڙ ۾ چيو.

"هائو" ڪوستيا وراڻيو.

"شايد هنن پنهنجي چڻن انهن جو نقل ڪيو آهي، جن بابت اوهان ٻڌايو هو ته ڪي ڇوڪرا انڪيوبيٽر جوڙي رهيا آهن." ويتيا چيو.

"نه، هي ڪنهن جو نقل ڪونه ٿيا پيا ڪن. هي ته اُهي ئي ڇوڪرا آهن، جن بابت مون توهان کي ٻڌايو هو."

"ڇا؟"

"هائو."

"پر تو ته ٻڌايو هو ته انهن ڇوڪرن جو تعلق ڪنهن ٻئي اسڪول سان آهي."

"مون چيو هو. پر اهو سچ نه هو ـ بس ائين يوڳ ڪيو هو."

اهو ٻڌي سڀ ڇوڪرا مشڪا ۽ منهنجي چوڌاري مڙي ويا.

"ڇا اِهو انڪيوبيٽر اوهان پنهنجي سر ٺاهيو آهي؟ حقيقي 'نيچرلسٽ' به اهڙيون شيون ٺاهي ڪونه سگهندو آهي. اها ته اسان جي لاءِ شرم جهڙي ڳالهه آهي. اوهان انڪيوبيٽر جهڙي بهترين شيءِ جوڙي ورتي آهي ۽ ڪنهن کي به ڪونه ٻڌايو آهي. اسين ته اهڙين شين ٺاهڻ ۾ تمام گهڻي دلچسپي رکون ٿا. توهان هن ڪم کي ٻين کان لڪائي ڇو رکيو؟" ويتيا سميموف چيو.

"اسان سمجهيو ته اوهان اهڙي ڳالهه ٻـُڌي اسان تي ٺٺوليون ڪندا ۽ کلندا" اسان چيو.

"اسين اوهان تي ڇو کلون ها. اها ڪا کلڻ واري ڳالهه ته ڪانه هئي. اسان ته اوهان جي مدد ڪيون ها. واري وٽيءَ تي گرمي پد به ڏسندا رهون ٿا. اهڙيءَ ريت اوهان لاءِ سولائي ٿئي ها ۽ سبق پڙهڻ لاءِ به وقت ملي وڃي ها."

"دوستو اچو ته هاڻي گڏجي مشڪا ۽ ڪوليا جي مدد ڪريون." وانڪ زنتسوف چيو.

اها ڳالهه ٻڌي سڀني وڏي آواز سان چيو "اهو بلڪل صحيح آهي."

ان کان پوءِ ويتيا چيو ته هو سمهڻيءَ جو اسان وٽ ايندو ۽ سڀ شيون ڏسندو. پوءِ هڪ پروگرام جوڙيو ويندو. جنهن مطابق ڪلاس جو هر شاگرد واري وٽيءَ سان هن ڪم ۾ هٿ ونڊائيندو.

اِنهيءَ ڳالهه ٻولهه کان پوءِ گڏجاڻي پڄاڻيءَ تي پهتي.

# ڪم ۾ هٿ ونڊائڻ

منجهند جي مانيءَ کان پوءِ 'ينگ نيچرلسٽ سرڪل' جو هر هڪ ميمبر اسان جي رڌڻي ۾ گڏ ٿي چڪو هو. اسان کين انڪيوبيٽر ڏيکاريو. کين اهو به سمجهايو ته گرمي پد کي هڪ ڪَرو رکڻ لا ڪهڙو نظام رکيو ويو آهي ۽ مقرر وقت تي ڪهڙي طريقي سان آنن جا پاسا بدلايا ويندا آهن. پوءِ اسان هڪ پروگرام مرتب ڪري ورتو سڀ کان اڳ اسان ويتيا سميموف جي مشوري سان واري وٺيءَ سان ڪم ڪرڻ لاءِ هڪ اصول مقرر ڪيو. جنهن مطابق اسڪول ٽائيم کان پوءِ به ڇوڪرا مدد ڪرڻ لاءِ ايندا. جن کي مشڪا ۽ مان سمجهائيندا‌سين. ته کين ڪهڙو ڪم ڪرڻو آهي. ان کان پوءِ انڪيوبيٽر سان لاڳاپيل سڄو ڪم اُهي ڪندا رهندا. مقرر وقت کان پوءِ واري وٺڻ لاءِ ٻيا ڇوڪرا ايندا. اهڙيءَ ريت ڪم تي مقرر ٿيل اڳيان ڇوڪرا وري ماني کائيندا ۽ سبق به ياد ڪندا.

ويتيا اهڙو ٽائيم ٽيبل ٺاهيو جو هر ڇوڪري کي ڄاڻ هئي ته ڪهڙي ڇوڪري کي، ڪهڙي ڏينهن، ۽ ڪهڙي وقت مقرر ڪم ڪرڻو آهي. اهڙو ٽائيم ٽيبل ٺاهي ديوار تي ٽنگيو ويو هو.

"اسان جا نالا ته هن ٽائيم ٽيبل ۾ لکيل ڪونه آهن. ڇا اسين ڪوبه ڪم ڪونه ڪنداسين." مشڪا پڇيو.

"رات جي ڪم جي نظرداري ڪير ڪندو؟ انهيءَ ڪري اوهان جو نالو ٽائيم ٽيبل ۾ ڪونه لکيو ويو آهي." زينيا چيو.

ان کان پوءِ زينيا ٻن ڇوڪرن کي ڪم لاءِ ويهاري ٻين کي گهر وڃڻ جي موڪل ڏئي ڇڏي.

"سيني ڇوڪرن جي هِتي ويهڻ جي ضرورت ڪانه آهي." هن چيو. وتيا، زينيا، مشڪا ۽ مون کان سواءِ ٻيا ڇوڪرا هليا ويا.

"توهين به وڃي سگهو ٿا." جڏهن اڪيلا ٿياسين ته زينيا اسان کي چيو.

"اسين وري ڪيڏانهن ويندا‌سين؟"

"وڃو ۽ وڃي اسڪول جو ڪم ڪريو."

"هتي ڪا غلطي ٿي وئي ته ڇا ٿيندو؟"

"ڪابه غلطي ڪانه ٿيندي. جيڪڏهن ڪا غلطي ٿي به سهي، ته توهين پري ڪونه آهيو. توهان کي سڏي وٺبو."

"اسان کي به پڪ آهي ته توهان کان ڪابه غلطي ڪانه ٿيندي."

اهڙيءَ ريت اسان کي اسڪول طرفان مليل ڪم ڪرڻ جو هڪ سٺو موقعو ملي ويو. اسان پوءِ گرامر ۽ جاگرافي" جو ڪم مڪمل ڪري ورتو. ان سان گڏ هڪ حساب به ڪيوسين. جڏهن ته پيو حساب ڪونه ڪري سگهياسين. ڇاڪاڻ ته ڏکيو هو. پوءِ اسان اهو ڏسڻ وياسين ته انڪيوبيٽر جي نظرداري ڪهڙي طريقي سان ٿي رهي آهي.

اسين جڏهن رڌڻي ۾ داخل ٿياسين ته زينيا رڙ ڪري پڇيو ته "توهان وري هتي ڇو آيا آهيو. توهان کي ته پڙهڻ لاءِ موڪل ڏني وئي هئي."

"اسڪول جو ڪم مڪمل ڪري آيا آهيون." اسان ڪيس جواب ڏنو.

"ته پوءِ اسان کي پنهنجون مشق واريون ڪاپيون ڏيکاريو."

"اِن جي معنيٰ ته توهين اسان جي به نظرداري ڪري رهيا آهيو؟" مشڪا وراڻيو.

"اسان، توهان جي ڪم جي ذميواري سنڀالي آهي، تنهنڪري اسان کي، توهان کي مليل اسڪول جي ڪم جي به ذميواري ڏني وئي هئي ته ڏسون ته اوهان اسڪول جو ڪم پورو ڪيو يا نه."

ان کان پوءِ اسان مشق واريون ڪاپيون کڻي آياسين.

"توهان ته رڳو هڪ حساب ڪيو آهي. جڏهن ته توهان کي حل ڪرڻ لاءِ به حساب ڏنا ويا هئا."

"رهيل حساب بعد ۾ ڪنداسين"

"نه بلڪل نه. اهو اصل هينئر ڪري ڏيکاريو. توهان جيڪڏهن ان کي ايندڙ وقت لاءِ ڇڏي ڏنو ته اهو توهان کان وسري ويندو."

"اسان هڪ حساب ته ڪيو آهي. پلي ڏسو - غلط ڪونه ٿا ڇئون."

"هڪ حساب! اهو ته اڌ پورو ڪم آهي. اڌ گيدو ڪم نه هيڏي نه هوڏي."

اهڙي مشوري کان پوءِ اسان موٽي وچي حساب کي منهن ڏنو. ڏاڍو مٿو هنيوسين پر سمجهه ۾ ڪونه آيو ته اُن کي ڪيئن حل ڪجي. نيٺ ڪلاڪ کن جي مٿا ماريءَ کان پوءِ ان مان هٿ ڪڍيوسين ۽ موٽي رڌڻي ۾ آياسين.

"اِهو حساب اسان کي سمجهه ۾ ڪونه ٿو اچي. اسان ان جي واٽ ته سوچي سمجهي ڪڍي رهيا آهيون، ۽ سمجهون ٿا ته اُها صحيح آهي، پر ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ ڏنل جواب اسان جي ڪڍيل نتيجي مطابق ڪونه آهي. شايد غلط ڇپجي ويو آهي."

"حساب سمجهه ۾ ڪونه ايندو آهي ته چيو ويندو آهي ته ڪتاب ۾ جواب غلط ڇپجي ويو آهي،" زينيا وراڻيو.

"اهڙو واقعو ته اڳي به ٿي چڪو آهي، جو ڪتاب ۾ ڏنل جواب غلط هو."

"يار، ڪوچريو آهين - خير، پر مان ٿو ڪريان ڏسان آخر معاملو ڇا آهي" زينيا وراڻيو.

هو اسان سان گڏجي ڪمري ۾ آيو جتي اسين پڙهندا آهيون. هن پاڻ ڪيترا ئي ڀيرا اسان جي واٽ ڏٺي پر ايندڙ جواب ڪتاب جي پڇاڙيءَ ۾ لکيل جواب جهڙو ڪونه هو. جڏهن ته حساب حل ڪرڻ واري واٽ به بلڪل صحيح هئي.

"ڏس ادا، مون صحيح چيو هو نه" مشڪا کيس کِلندي چيو.

"اسان کان ڪٿي غلطي ٿئي ٿي. مان ان کي ضرور حل ڪندس، اڄ ۾ ڪونه ڇڏيندس."

هُن حساب وري به چڱيءَ ريت ڏٺو ۽ نيٺ غلطي پڪڙي ورتائين.

"ڏسو سَت سَتا اٺونجاهه، پر توهان سَتَ سَتا ايڪويهه ڪري لکيو آهي"

"هائو سَت سَتا برابر اُٺوَنجاهه ٿئي ٿو."

هن غلطيءَ کي صحيح ڪيو ته جواب بلڪل صحيح آيو.

"اهو حساب انهيءَ ڪري غلط هو جو توهان ان تي ڌيان ڪونه ڏنو هو. اصل ۾ توهان جو سڄو ڌيان انڪيوبيٽر ڏانهن آهي."

اسان وري حساب ڪيو ۽ پوءِ رڌڻي ڏانهن هليا وياسين.

"هاڻي حساب صحيح آهي ۽ جواب ڪتاب ۾ ڏنل جواب جهڙو بيٺو آهي."

"چڱو ٺيڪ - هاڻي اوهان ٻاهر گهمڻ هليا وڃو. ٿوري تازي هوا کائيندا ته تازا ٿي ويندا."

اعتراض وارڻ سنو ڪونہ هو. تنهنڪري اسين ٻئي اتان نڪري هليا وياسين. ڏاڍو روشن ڏينهن هو. ٻاهر ميدان تي ڇوڪرا والي بال راند ڪيڏي رهيا هئا. اسين بہ اُنهن سان گڏ راند ڪيڏڻ شروع ٿي وياسين. ان کان پوءِ اسان ڪوسٽيا ديوبا تـِڪـِن جي گهر هليا وياسين ۽ اُتي ڳالهيون پئي ڪيون سين تہ مٿان واڊڪ رٽنسوف اچي ٺهڪو ڪيو. پوءِ اسان چئن ئي ڄڻن راند شروع ڪئي ۽ سج لٿي تائين ڪيڏندا رهياسين.

گهر پهتاسين تہ اوندهہ ٿي وئي هئي. اسين بہ سڌو رڌڻي ڏانهن وياسين ۽ ڏٺوسين تہ وانيا نورڪن، زينيا ۽ ويتيا جي پرسان بيٺو هو. جنهن ٻڌايو تہ هـُن انڪيوبيٽر جي نظرداري ڪرڻ لاءِ پنهنجي ماءُ کان هڪ رات جي موڪل ورتي آهي.

"اهو تہ ڏاڍو ڀلو ٿيو. هاڻي تہ هڪ ڀيو بہ اچي رات جو انڪيوبيٽر جي نظرداري ڪندو. مان ۽ ڪوليا ڪم ڪرڻ کان ڇٽي پياسين." مشڪا خوش ٿيندي چيو.

"نہ مان انهيءَ ڳالهہ سان سَهمت ڪونہ آهيان."

چڱو مان توکي ٽائيم - ٽيبل ٺاهي ڏيندس ۽ اُن جاءِ تي مشڪا ۽ ڪوليا ڪم ڪندا، ۽ هر رات اِئين ٿيندو. هـُن فهرست جي آخر ۾ اسان جا نالا لکيا.

اُن کان پوءِ مون ۽ مشڪا واري وٺيءَ موجب ڏينهن جو حساب ڪيو تہ اسان جو وارو ايڪيهين ڏينهن آيو. اسان جي حساب موجب اهو ئي چوزن ڦٽڻ وارو ڏينهن هو.

# آخري تياريون

مشڪا ۽ مون کي هاڻي مس وڃي آرام نصيب ٿيو هو ۽ حقيقت اِها هئي ته اسين به خوش هئاسين. چاڪاڻ ته انڪيوبيٽر اسان لاءِ مٿي جو سور بڻجي ويو هو. رات ۽ ڏينهن هڪ جاءِ تي چڙهڻ بَـدَا ويٺا هوندا هئاسين. ۽ دنيا جي ٻي هر ڳالهه اسان کان وسري وئي هئي. هاڻي ته اسان کان سواءِ به هر ڪم ڏاڍي سهڻي نموني سان ٿي رهيو هو.

اُن کان پوءِ اسين 'ينگ نيچرلسٽ سرڪل' جي پنهنجي حصي جو ڪم به ڪرڻ لڳا هئاسين. اسان به آڪيرا ٺاهي باغ جي وڻن ۾ وڃي ٽنگيا ته جيئن سانگ سان موٽي ايندڙ پکي اچي اُتي واهيرو ڪن. ان کان سواءِ اسڪول جي باغيچي ۾ گل پوکڻ پڻ شروع ڪيا سين. وڏي ڳالهه اِها به ته اسين اسڪول جو مليل ڪم به ڏاڍي ڏيان سان ڪندا هئاسين. جڏهن منهنجي ۽ مشڪا جي ماءُ کي خبر پئي ته اسين اسڪول ۾ سُٺيون مارڪون حاصل ڪري رهيا آهيون ته اُهي به ڏاڍيون خوش ٿيون. اسان جي ڪلاس جا ڇوڪرا انڪيوبيٽر جي نظرداري ڪرڻ ۾ اسان جي مدد ڪري رهيا هئا.

جڏهن 'ينگ نيچرلسٽ سرڪل' جا ڇوڪرا ماريا پيٽروونا سان مليا ۽ ڪائنس پڇيو ته ننڍڙن چوزن جي آجيان ڪهڙي طريقي سان ڪرڻ گهرجي؟ ته هن ٻڌايو ته ننڍڙن چوزن لاءِ سائو گاهه پوکيو وڃي ته جيئن هُو ٻهريان سائو گاهه کائين. هن وڌيڪ چيو ته ان لاءِ جَـوَ پوکڻ وڌيڪ صحيح ٿيندو چاڪاڻ ته اهو چوزن لاءِ سگهارو کاڌو آهي.

ان وقت سوچيو سين ته جَـوَ الائي ڪٿان ملندا؟

"اسان کي پکين جي مارڪيٽ ڏانهن وڃڻ گهرجي. چاڪاڻ ته پکين جي لاءِ هر قسم جو چوڻو جوڳو اُتان ملندو آهي." وانيا ۽ لوزڪن ٻڌايو.

اسڪول کان پوءِ وانيا ۽ لوزڪن مارڪيٽ ويا ۽ پنهنجا ڪيسا جَـوَن سان ڀري آيا. ۽ اچڻ سان ٻُڌايائون ته پکين جي مارڪيٽ ۾ جَـوَ ته موجود ئي ڪونه هئا. اسان هر جاءِ جاچي ڏٺي پر جَـوَ ڏسڻ ۾ ڪونه آيا. اسان به سوچيو ته هتين خالي موٽڻ ٺيڪ ناهي، آيا آهيون ته ڇو نه سيهڙن واري بازار به ڏسندا هلون. اسين رستي ۾ هئاسين ته ڏٺوسين ته هڪ گهوڙو توبري مان جَـوَ کائي رهيو هو. اسان ڪائنس ٿورا جَـوَ گُهريا."

"گهوڙي کان؟" مشڪا واٽرُوتي کانئن سوال ڪيو.

"موڙگا، گهوڙي جي مالڪ کان ـ هُن جو واسطو گڏيل پوک واري نظام سان هو ۽ سيهڙ ڪٺي بازار ۾ وڪڻڻ آيو هو. ڏاڍو ڀلو ماڻهو هو. اسان ڪيس ٻڌايو تہ اسان کي جَوَ ڪهڙي مقصد لاءِ کپن ٿا تہ هن چوزن کي جَوَ ڏيڻ کان منع ڪئي"

"نہ اسان چوزن کي جَوَ ڪونہ چڳائيندا سين. اسين پوکيندا سين ۽ چوزا اُنهن جا ساوا تازا پن کائيندا."

"جيترا اوهان کي وڻن ڪٺي وڃو."

"پوءِ اسان ڪٺي ڪيسا ڀريا."



جَوَ آيا تہ اسين بہ ڪم ۾ شروع ٿي وياسين. پهريان تراڪٽرن ۽ ننڍين پاسن وارن دٻن ۾ مٽي وجهي پاڻي ملائي نرم ڪيوسين. جنهن کي خوب مَلي، جَوَ ڇٽياسين.

ماريا پيٽرو ونا اسان کي ٻڌايو تہ ٻج ۾ بہ پکين ۽ آنن جيان ساهہ هوندو آهي. جڏهن ٻج آليءَ مٽيءَ ۾ پوکبو آهي تہ منجهنس موجود حياتي جڙ ننڍ مان جاڳي پوندي آهي ۽ ٻج ڦٽڻ شروع ڪندو آهي. هونئن تہ ٻين زنده شين وانگي ٻج بہ مري ويندو آهي ۽ مُئل ٻج جَـمي ڪونہ سگهندو آهي.

اسان سيني کي اچي ڳڻتي لڳي تہ متان ٻج بيڪار هجي ۽ نہ ڄَمي. اسان ڏهاڙي کوکن ۾ ڏسندا هئاسين تہ ڪڏهن ٿو ٻج ڄَمي. ڀ ڏينهن گذري ويا پر ڄَـوَن جي ڄمڻ جو ڪو نانءُ نشان بہ ڪونہ هو. ٽئين ڏينهن ڏٺوسين تہ کوکن واري آلي مٽي ڦوٽُون ڏئي پئي هَـٽي ۽ ڪٿي ڪٿي مَـٽي ايريل هئي.

"هي ڇا آهي؟ ڪنهن هنن کوکن سان هٿ چراند ڪئي هوندي،" مشڪا چيو.

"کوکن سان ڪنهن بہ هٿ چراند ڪانہ ڪئي آهي. پر اِهو ٻڌايو تہ سينيا با بروف سان نظرداري ڪرڻ لاءِ ڪير گڏ هو؟" لوشا ڪيورو چڪن پڇيو.

"جيڪڏهن ڪنهن هٿ چراند نہ ڪئي آهي تہ پوءِ کوکي واري مٽي ڇو ڪِـر وِکر لڳي پئي آهي. تو ئي اُن ۾ ٽُـنبِـڪو وڌو هوندو ـ اُهو ڏسڻ لاءِ تہ ڄَـوَ ڄمن ٿا يا نہ"، مشڪا ڪاوڙ ۾ چيو.

"مون کي ٽُـنبڪي ڪرڻ جي هير ڪانهي،" سينيا اعتراض ڪندي وراڻيو.

مون مٽيءَ جو ننڍڙو پنوڙو کڻي جاچي ڏٺو تہ ڄَـوَ سُـڄي، هڪ پاسي انگورجڻ شروع ٿيا هئا ۽ مٿئين پاسي هڪ ننڍڙي اڇڙي بونبڙيءَ جهڙي شيءِ ظاهر ٿي پئي هئي. مشڪا بہ ٻج جو هڪ داڻو هٿ ۾ کڻي ڏسڻ لڳو ۽ گهڻيءَ دير تائين اُن کي ڏسندو رهيو.

"مان سمجهان ٿو تہ ڇا ٿيو آهي؟ ڪنهن بہ هٿ چراند ڪانہ ڪئي آهي. پر هـِـن ئي مٽي کي مٿي ڪيو آهي."

"ڪنهن؟"

"ٻج پاڻ ـ جيڪي جاڳي پيا آهن ۽ مٽي اچڻ جو رستو پيا ناهين! اهو ئي ڪارڻ آهي جو مِـٽي مٿي اُٿڙڪي پئي آهي. ڇاڪاڻ تہ انهن کي هيٺ وڃڻ لاءِ ڪا جڳهہ ڪانہ آهي."

اهو ڏسي، مشڪا وٺي ٻاهر ڊوڙ پاتي ۽ ڇوڪرن کي سڏ ڪيائين تہ اچي ڏسو تہ ٻج ڪيئن پيو ڄَـمي. سندس واڪا ٻڌي سينيا ۽ لوشا ڀَـڄندا آيا. اسان مٽيءَ مان ڄَـوَن جو هڪ هڪ داڻو کڻي ڏٺو جن ڄمڻ شروع ڪيو هو.

گهڙيءَ کن کان پوءِ سيئي ڇوڪرا کوکن جي چوڌاري گڏ ٿي ويا. سندن دل چئي رهي هئي تہ جيڪر هو پاڻ ٻج کي هٿن ۾ کڻي ڏسن تہ اُهي ڪيئن ڄمي رهيا آهن.

"ڏسو ٻج ٻاهر نڪرڻ لاءِ جڻ تہ ڏُوڪي اچي رهيو آهي. ۽ ٻج مان جَوَن جو سائو سَــلوارِئين ڄمي رهيو آهي، جيئن آني مان چوزا ڦٽي نڪرندا آهن." وتيا سميموف چيو.

"بلڪل صحيح ـ جَوَ بہ زنده شيءِ هوندا آهن. پر اهي هڪ جڳهہ تي وڌندا رهندا آهن. پر جڏهن چوزا ڦُٽندا تہ هيڏي هوڏي ڊوڙندا ۽ چُون چُون ڪندا وتندا. اها سندن ٻولي آهي، جنهن وسيلي چَوڳو ڳُهرندا آهن. ٿوري وقت کان پوءِ ڏسندا تہ جِيوَت هڪ ننڍڙو ـ پتڪڙو سهڻو من مهڻو ڳهراٽو نڪري نروار ٿيندو" مشڪا چيو.

# هورا ڪورا وارو ڏينهن

هر ڪم ڪار گڏجي ڪندي ڏاڍو مزو پئي آيو. نيٺ ايڪويهون ڏينهن بہ اچي پهتو. اهو جمع جو ڏينهن هو. اسان چوزن لاءِ سڀ شيون تيار ڪري ڇڏيون هيون. اسان ڇاپري ۾ هڪ وڏو ٿانءُ رکيو جنهن کي اسان اُن جو پوش ڏئي چوزن کي سيءَ کان بچائڻ لاءِ هڪ ڪٽاهي جوڙي ورتي هئي. اسين سڀ اوسيڙي ۾ وينا هئاسين تہ ڪڏهن ٿو پهريون چوزو ڦٽي. مشڪا ۽ مون تہ سڄي رات اوسيڙي ۾ ويهي گذاري.

واڊڪ زئتسيف رات جو انڪيوبيٽر جي نظرداري لاءِ پنهنجي ماءُ کان موڪل وٺي آيو هو. جنهن کي اچڻ سان اسان ٻاهر وڃڻ لاءِ چيو پر هن اسان جي هِڪَ بہ ڪانہ ٻُڌي.

"جڏهن مان انڪيوبيٽر جي نظرداري ڪري رهيو آهيان، اوهان کي هِتي اجايو ويهڻ ڪونہ ڏيندس. هلو ـ جند ڇڏيو ۽ وڃي آرامي ٿيو."

"پر جيڪڏهن رات جو ٻَچا ڦٽي پيا تہ پوءِ؟"

"ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيندو. جيئن چوزو ڦٽي نِڪرندو مان اُن کي ڪڍي انهيءَ ٿانءَ ۾ اڇليندس، ۽ خشڪ ٿي وڃڻ تائين اتي پيو هوندو."

"ان کي ڪڏهن بہ اُڇلڻ جي ڪوشش نہ ڪجان. ان کي آرام سان ڪڍي، وڏي احتياط سان ٿانوَ ۾ رکجان."

"توهين ڪوبہ خيال نہ ڪريو. مان اُن کي نهايت احتياط سان ڪڍي آهستڙي ٿانءَ ۾ رکندس."

"چڱو هاڻي فرمانبردار ڇوڪرن جيان وڃي پنهنجي هنڌن ۾ سُمهو. توهان انڪيوبيٽر جي نظر داريءَ لاءِ سڀاڻي ڏينهن جو اچجو ۽ رات وڃي گهري ننڊ ڪريو."

"پر هڪڙي مهرباني ڪجانءِ جو جڏهن چوزا ڦٽڻ شروع ڪن تہ اسان کي ضرور جاڳائجان،" مشڪا کيس چيو.

"چو تہ اسان چوزن ڦٽڻ جو تمام گهڻو انتظار ڪيو آهي."

مون کي ننڊ ڪانہ ٿي آئي ۽ گھڻيءَ دير تائين پاسا ورائيندو رهيس. چوزن ڦٽڻ جو اُلڪو ٿي بيٺو هو. ٻئي ڏينهن سوير اُٿيس ۽ ڊوڙندو مشڪا وٽ پهتس. هُو منهنجي پهچڻ - کان اڳ ئي جاڳي چڪو هو. انڪيوبيٽر پرسان ويٺو هو تہ اِجهو ٿا چوزا ڦٽن.

"مون کي چوزن ڦٽڻ جو اجا ڪوبہ آسرو ڪونہ آهي."

"شايد چوزن ڦٽڻ ۾ اجا تہ ڪجهہ وقت پيو آهي،" واڊڪ چيو.

ڏينهن ٿي چڪو هو ۽ واڊڪ گهر هليو ويو. هاڻي اسان جي نظرداري ڪرڻ جو وارو هو. جڏهن هُو هليو ويو تہ مشڪا وري آنن کي چڱيءَ ريت جاچڻ گُهريو. هو هڪ هڪ آنو کڻي ننڍڙو سوراخ ڏسي رهيو هو جيڪو ٻاهر نڪرڻ مهل چوزو پنهنجي چُهنب سان سوراخ ڪيندو آهي. پر ڪنهن بہ آني جي کوپي ۾ اهڙو سوراخ ڪونہ هو. اسين انڪيوبيٽر جو پُٽ ڏئي، ويهي رهياسين. ٻنهي مان ڪنهن بہ ڳالهائڻ ڪو نہ ٿي چاهيو ۽ ائين ماٺ ۾ گهڻو وقت گذري ويو.

"جيڪڏهن هڪ آنو کولي ڏسجي تہ ان ۾ چوزو آهي بہ يا نہ تہ ڪهڙو نقصان ٿيندو." مون، مشڪا کي چيو.

"نہ نہ ـ اِئين ڪونہ ڪبو. چاڪاڻ تہ چوزو اجا پنهنجي ڦڦڙ وسيلي نہ پر چمڙيءَ وسيلي ساهہ کڻندو هوندو. جنهن بہ وقت هن ڦڦڙ وسيلي ساهہ کنيو تہ آني مان ٻاهر نڪري ايندو. جيڪڏهن اسين وقت کان اڳ آني کي ڀڃنداسين تہ چوزو مري ويندو."

"پر اهي آني ۾ تہ جيئرا هوندا. جيڪڏهن آنو کڻي ڪَنَ تي رکندين تہ توکي اُنَ ۾ چُرپر ٻڌڻ ۾ ايندي،" مون کيس چيو.

مشڪا انڪيوبيٽر مان هڪ آنو ڪڍي ڪَنَ تي رکيو تہ مون بہ نِوڙي پنهنجو ڪَنُ بہ ويجهو پرسان ڪيو.



"يار ماٺ تہ ڪر. تون جيڪڏهن منهنجي ڪَنَنِ ۾ ڪونگهرن جهڙا ساهہ کڻندين تہ مان چوزي جي چرپر جو آواز ڪيئن ٻُڌي سگهندس."

مون پنهنجو ساهہ بند ڪري ڇڏيو. اهڙي ماٺار ٿي وئي، جو ميز تي رکيل گهڙيال جي ٽِڪ ٽِڪ بہ سَولائيءَ سان ٻڌڻ ۾

پئي آئي. ان وقت اوچتو در واري گهنٽي وڳي. مشڪا ڪان چرڪ نڪري ويو. ڪانئس ذري گهٽ آنو هيٺ ڪِرڻ تي هو. مان در کولڻ لاءِ ڊوڙندو هليو ويس. ڏِٺُم ته وٽيا بيٺو هو. هو پُڇڻ آيو هو ته چوزا ڦُٽا آهن يا نه؟

"نه. ان لاءِ اجا وقت گهرجي." مشڪا کيس ٻڌايو.

"چڱو مان اسڪول کان پوءِ ايندس."

هُن جي هليو وڃڻ کان پوءِ مشڪا هڪ آنو کڻي وري به ڪَنَ تي رکي ڏٺو. هُو اڪيون ٻُوٽي گهڻي وقت تائين آني کي ڪَنَ سان لائي بيٺو هو.

"مون کي اجا ته ڪوبه آواز ٻڌڻ ۾ ڪونه ٿو اچي." هن چيو.

"مون به هڪ آنو کڻي ڪَنائي ڏٺو ته مون کي به ان جي اندران ڪو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو. شايد ايمبريو مري ويو هجي. اسان کي ٻين آنن کي به پَرکي ڏسڻ کپي." مون صلاح ڏني.

اسان واري واري سان سڀئي آنا ڪڍي، ڪَن تي رکي، آزمائي ڏٺو پر ڪنهن مان به اندران چرپر جو ڪو آواز ٻڌڻ ۾ ڪونه آيو.

"سيني آنن جو ته ايمبريو ڪونه مئو هوندو. گهٽ ۾ گهٽ ڪنهن هِڪ آني جو ايمبريو ته ضرور جيئرو هوندو" مشڪا چيو.

در تي وري به گهنٽي وَڳي. هن ڀيري سينيا بابروف هو.

"تون ايترو سوير ڇاپيو ڪرين؟" مون کانئس پڇيو.

"مان ته رڳو اهو پڇڻ آيو آهيان ته چوزا ڦٽا آهن يا نه؟"

"ٻچا ته اجا ڪونه ڦٽا آهن. اُن لاءِ وقت گهرجي ٿو" مشڪا کيس جواب ڏنو.

هن کان پوءِ وري سيريوزا آيو جنهن به چوزن جي ڦٽڻ جو پڇيو.

"يار، تون به چوزن لاءِ آتو آهين نه؟ تو سمجهيو هوندو ته چوزا ڦُٽي چڪا هوندا. پر اهي صبح جو ڦُٽندا. اجا گهڻو وقت پيو آهي." مشڪا کيس ٻڌايو.

سيريوزا ۽ سينيا ڪجهه وقت ويٺا رهيا ۽ پوءِ هليا ويا. ان کان پوءِ اسين ٻئي ڄڻا آنن کي ڪنن سان لائي چڪاس ڪرڻ لڳاسين.

"ان مان ڪوبه فائدو ڪونه ٿيندو. مان ته ڪنهن به آني مان ڪو آواز ڪونه ٿو ٻڌان." مشڪا ڏڪارو ٿيندي چيو.

”شايد اهي آنا اسان کي بيوقوف سمجهي رهيا آهن. هاڻي چوزن کي آنن جي کوپن کي ڀڃي ٻاهر نڪرڻ گهرجي،“ مشڪا ٻُٽڪندي چيو.

ٿوري وقت کان پوءِ يورا فليچوف ۽ استاسڪ ليو شين به آيا. هنن کان جلد پوءِ وانيا لوزڪن به اچي نڪتو. بعد ۾ هوريان هوريان ٻيا به ايندا رهيا. اسڪول جي وقت ٿيڻ تائين ڇوڪرن جو گهڻو تعداد گڏ ٿي چڪو هو ۽ نظر ائين اچي رهيو هو ته ڄڻ هڪ عام گڏجاڻي ٿيندي هجي. ان کان پوءِ اسان مايا کي سڏي سمجهايو ته جيڪڏهن چوزا ڦٽي پون ته ڪيس ڇا ڪرڻ گهرجي. پوءِ اسين ٻين ڇوڪرن سان گڏ اسڪول هليا وياسين.

اسان کي خبر نه آهي ته اسان اُهو ڏينهن اسڪول ۾ ڪيئن گذاريو. سڄو ڏينهن اندر ۾ آنڌ مانڌ لڳل هئي. اهو اسان جي حياتيءَ جو ڏاڍو ڏکيو ڏينهن هو. اسان کي ائين ٿي لڳو ته وقت ڄڻ گهڻو اينگهجي ويو هجي ۽ هر پيرڊ ڏهه منٽ وڌي ويو هجي. اسان کي ڀَئُه هو ته اسين اسڪول ۾ هونداسين ۽ اسان جي پنيان چوزا آنن مان ڦٽي پيا ۽ مايا ننڍڙي آهي، اُنهن کي سنڀالي ڪانه سگهندي. اسڪول جو آخري پيرڊ ته اسان کي ڏاڍو ڏکيو لڳو. سمجهه ۾ ائين ٿي آيو ته اُهو ته ڪُتندوئي ڪونه - ويو ٿي شيطان جي آنڊي جيان وڌندو. اسان سمجهيو پئي ته پيرڊ ختم ٿيڻ کان پوءِ موڪل جو گهنڊ وڄي ويو آهي ۽ اسين ٻڌي ڪونه سگهيا آهيون. ائين به سوچي رهيا هئاسين ته گهنڊ وڄڻ کان بيڪار ٿي ويو آهي. اهو به ٿي سگهي ٿو ته ماسي دِينا موڪل جو گهنڊ وڄائڻ وساري گهر هلي وئي آهي ۽ اسان کي سڀاڻي صبح تائين اسڪول ۾ ويهڻو پوندو. اهڙيءَ ريت اسان جي ڪلاس وارا سڀ ٻار ٻاهر ڀڄڻ لاءِ واجهه وِجهيو ويٺا هئا. سيني ڇوڪرن زينيا سڪ وورٽ سوف کان ننڍڙيون چِٽيون لکي



پـُڇڻ شروع ڪيو تہ وقت گهڻو ٿيو آهي؟ پر هـُو بدقسمتيءَ سان ان ڏينهن واچ ٺي گهر وساري آيو هو. ڪلاس ۾ بہ ايترو شور مچي ويو هو جو استاد اليگزينڊر ييئفرو مو وچ کي ڪيترا ئي ڀيرا 'خاموش' جا اکر اچارڻا پيا هئا. پر گوڙ گهٽ ٿيڻ وارو ڪونہ هو. نيٺ مشڪا کان رهيو ڪونہ ٿيو ۽ هٿ مٿي ڪري استاد کي چيائين تہ سائين هاڻي سبق ختم ٿيڻ گهرجي. ان وقت گهنڊ وڳو ۽ ڇوڪرن ٽپ ڏئي وٺي در ڏانهن ڊوڙ پاتي. استاد رڙ ڪري ڇوڪرن کي چيو "هڪدم ويهي رهو – جيستائين مان ٻاهر نڪران." ان کان پوءِ مشڪا کي چيائين:

"تو ڪجهہ چيو پئي؟"

"سائين, مان چئي رهيو هئس تہ سبق ختم ٿي ويو آهي."

"پر تو تہ گـهنڊ وڄڻ کان اڳ ڪجهہ چوڻ لاءِ هٿ مٿي ڪيو هو."

"مون سمجهيو هو تہ گهنڊ ۾ خرابي ٿي پئي آهي, سو وڄي ڪونہ ٿو سگهي."

اُن تي استاد ڪنڌ ڌُوڻيو ۽ رجسٽر هٿ ۾ ڪري ڪلاس کان ٻاهر نڪري ويو. ڇوڪرا تڪڙ ۾ ورانڊي اندر هڪ ٻئي سان ٽَڪرائبا هلندا رهيا. ٻاهرئين در وٽ پيهہ لڳي وئي. هرڪو چوي تہ مان اڳ ۾ نڪران. پر مان ۽ مشڪا زور مس ڪري نڪري وڃڻ ۾ ڪامياب ٿياسين. گهٽيءَ مان بہ تڪڙو تڪڙو اڳتي ڊوڙڻ لڳاسين. ڏٺوسين تہ ٻيا سڀ ڇوڪرا اسان جي پٺيان پئي آيا. پنجن منٽن ۾ اچي گهر ٺهڪو ڪيوسين. ماريا پنهنجي جاءِ تي انڪيوبيٽر پرسان ويٺي هئي ۽ پنهنجي گـُڏيءَ زينئڊا لاءِ ڪپڙا سبي رهي هئي.

"ڪجهہ ٿيو آهي؟" اسان کانئس پڇيو.

"ڪجهہ بہ نہ."

"ڪيترو وقت ٿيو هوندو جڏهن تو انڪيوبيٽر اندر ليئو پائي ڏٺو هو؟"

"مون انڪيوبيٽر اُن وقت کوليو هو جڏهن آنن جا پاسا بدلايا هئم, ۽ ان کي چڱي مهل ٿيندي."

مشڪا انڪيوبيٽر وٽ پهچي, ان جو ٻـُڙ مٿي ڪرڻ وارو هو. جو سڀ ڇوڪري مڙي اچي بينا ۽ ڪڙيون مٿي ڪري, جهاتي پائي ڏسڻ لڳا. وانيا لوزڪن ڪرسيءَ تي چڙهي چڱيءَ ريت ڏسڻ جي ڪوشش ڪئي تہ هيٺ اچي ٺهڪو ڪيائين. ذري گهٽ لوڙهيا

ڪيورو سڪن کي ڪيرائي وڌو هئائين. پر مشڪا ڏج کان انڪيوبيٽر جو پُٽ متي ڪرڻ کان لَهرائي رهيو هو تہ متان چوزا نہ ڦٽا هجن.

"انڪيوبيٽر جو پڙ کول. ڏجين ڇو ٿو؟" چوڪرن مان ڪنهن چيو.

مشڪا بي دليو ٿي پڙ متي ڪيو. آنا اڳي وانگي پٽرن جيان نظر اچي رهيا هئا. مشڪا اهو ڏسي چپ ٿي ويو. سيني آنن کي هيڏي هوڏي ڦيرائي ڏٺائين پر هڪ ۾ بہ سوراخ ڪونہ هو.

"هڪ آني ۾ بہ سوراخ ڪونہ آهي." هن غمگين ٿي چيو.

# الزام ڪنهن تي مڙهجي

سڀ ڇوڪرا انڪيوبيٽر جي چوڌاري بيٺا هئا. ڏک ۾ سيني جا مُنهن لٽڪيل هئا.

”تي سگهي ٿو ته چوزا ڦٽن ئي نه. پلا تون ڇا ٿو سمجهين؟“ سينيا بابروف چيو.

”مان نه ڄاڻان آهيان. نه وري ڪو آري تي ويهڻ جو تجربو اٿم. تنهنڪري اِن باري ۾ ڪجهه به چئي ڪونه ٿو سگهان.“

مُشڪا ڪلهن کي ڏوڏيندي چيو.

ان کان پوءِ هر ڇوڪري ڳالهائڻ شروع ڪيو ته چوزا ڪڏهن به ڪونه ڦٽندا. ڪن جو خيال هو ته ضرور ڦٽندا. ڪي به - ڇٽا هئا ۽ چئي رهيا هئا ته ڪا خبر ناهي ته الائي ڦٽندا آلائي نه! وتيا سميموف سيني کي ماٺ ڪرائي.

”وقت کان اڳ ڪجهه به پڪ سان چئي ڪونه ٿو سگهجي.“ هن چيو. هن وڌيڪ چيو”اڃا ڏينهن پيو آهي. اسين پنهنجي ٽائيم ٽيبل مطابق ڪم ڪندا رهنداسين.“

سيئي ڇوڪرا گهر هليا ويا. باقي مان ۽ مشڪا اتي ويٺا رهياسين. اسان ٻيو پيرو آنن کي ڏٺو ته متان ڪنهن به هڪ کي سوراخ ٿيو هجي. پر ڪنهن به آنې ۾ ڪو ننڍڙو سوراخ به نظر ڪونه آيو. ان کان پوءِ مشڪا انڪيوبيٽر متان پُڙ ڏئي ڇڏيو.

”جيڪو ٿيڻو هوندو سو ٿيندو پرواهه ناهي. اسين ته وقت کان اڳ ئي پريشان ٿي ويا آهيون. شام ٿيڻ تائين به وقت پيو آهي. جيڪڏهن ان وقت تائين ڪجهه نه ٿيو ته پوءِ اها ضرور ڳڻتيءَ جوڳي ڳالهه ٿيندي.“

ان کان پوءِ اسان ڳڻتي نه ڪرڻ جو فيصلو ڪيو ۽ ماٺ ڪري ويهي رهياسين. پر اسان لاءِ چوڻ سَولو ۽ ڪَرڻُ ڏُکيو هو. اسان ڏٺو ته ڇِنتا ۽ ڳڻتي نه ڪرڻ اسان جي وَس جي ڳالهه ڪانه هئي. هر ڏهن منٽن کان پوءِ انڪيوبيٽر جو پُڙ لاهي جهاتي پائي ڏسڻ لڳاسين. اسان کان سواءِ ٻين ٻارن کي به ڳڻتي لڳل هئي. جيڪي هر هر اچي پڇندا رهيا ۽ سيئي اِهو سوال ڪيو ته ايتري دير ڇو ٿي آهي؟

ٿوري وقت کان پوءِ مشڪا جواب ڏيڻ ئي بند ڪري ڇڏيو ۽ جيڪڏهن ڪنهن ڇوڪري

ڪو سوال تي پڇيو تہ ان جو ڪلھا لوڏي جواب تي ڏنائين. شام تائين ھن ڪلھن کي ايترو ھيٺ مٿي ھلايو ھو جو سندس ڪلھا وڏي ويجي ڪنن سان لڳا ھئا. شام ٿيڻ سان ڇوڪرن اچڻ بہ ڇڏي ڏنو. وتيا آخري ڇوڪرو ھو جيڪو اسان وٽ آيو ھو ۽ گھڻو وقت اتي ويٺو رھيو.

"شايد اوھان ڏينھن جو حساب غلط لڳايو آھي."

ھن جي چوڻ تي اسان وري بہ ڏينھن ڳڻيا پر حساب ۾ ڪابہ غلطي ڪانہ ھئي. اڄ ايڪيھون ڏينھن ھو. سچ لھڻ وارو ھو پر ھڪ چوزو بہ ڪونہ ڦٽو ھو. ڪا ڳڻتي نہ ڪريو. سياڻي صبح تائين انتظار ڪنداسين تي سگھي ٿو تہ اھي رات جو ڦٽي پون.

مون امان کان مشڪا وٺ رھڻ جي موڪل ورتي تہ جيئن گڏجي انڪيوبيٽر جي نظرداري ڪندا رھون. ڇاڪاڻ تہ اسان اھڙو فيصلو ڪيو ھو. اسين گھڻي وقت تائين انڪيوبيٽر پرسان ماٺ ڪيو ويٺا ھئاسين. اسان وٽ ڳالھائڻ لاءِ رھيو بہ ڪجھہ ڪونہ ھو. پُور پَچائڻ بہ اسان لاءِ وِھڻ تي ويو ھو. اميدون ۽ آسرا سڀ ختم تي ويا ھئا. جلد ئي ٽِـرامون ھلڻ بند تي ويون ۽ چوڏاري ماٺ ڇانئجي وئي.

دريءَ جي پرسان گھٽيءَ واري بتي بہ وسامي وئي ھئي. مان صوفي تي سمھي پيس ۽ ھو پڙ واري ڪرسيءَ تي ننڊ ڪرڻ لڳو. پر ننڊ ۾ ڪري پيو پوءِ مون سان اچي صوفي تي سمھي پيو.

صبح جو اٺياسين تہ ڏينھن تي چڪو ھو. انڪيوبيٽر ۾ آنا جيئن ھئا تيئن پيا ھئا. مَنجھن ننڍو سوراخ بہ ڪونہ ھو. نہ وري اُنھن مان اندران ڪو آواز تي آيو.

سڀ ڇوڪرا مايوس تي ويا ھئا ۽ پڇي رھيا ھئا، 'آخر ٿيو ڇا؟' اسان کي جيئن چيو ويو ھو تيئن ڪيوسين. اسان کان ڪنھن قسم جي ڪا ڪوتاھي ڪانھي ٿي؟

مون کي ڪابہ خبر ڪانہ آھي تہ اوھان ڇا ڪيو ڇا نہ ڪيو. مون کي فقط ايتري خبر آھي تہ چوزا اچا تائين ڪونہ ڦٽا آھن. مان سمجھان ٿو تہ اسان مان ڪنھن ننڊ ڪئي ۽ ايمبريو مري ويو. اھو بہ تي سگھي ٿو تہ گرمي پد ھيٺ لھي ويو ھجي ۽ ايمبريو ٺڏو تي ويو ھجي ۽ حياتيءَ جي شروع ٿيڻ کان اڳ ئي مري ويو ھجي. مان ٻين جي سامھون پاڻ کي ڏوھي سمجھي رھيو ھئس. ھنن سمورن دوستن منھنجي ڪري ڏک ڏاڪڙا ڏٺا پر ڪوبہ نتيجو ڪونہ نڪتو. مون سوچيو تہ ھنن دوستن کي ھي سچو واقعو تڏھن ٻڌائيندس. جڏھن ڪانئن تڪليفون ۽ پريشانيون وسري چڪيون ھونديون. پوءِ ڪين اِھڙيون ڳالھيون خراب ڪونہ لڳنديون تہ اسان چوزا ڪھڙيءَ ريت وڃايا آھن.

اسان اهو ڏينهن اسڪول ۾ ڏاڍي ڏک ۾ گذاريو. سڀ دوست اسان ڏانهن ڏاڍي همدرديءَ سان نهاري رهيا هئا. ڄڻ اسان ڪنهن ڏک جي عالم ۾ هجون. جڏهن سينيا بابروف پوڳن ۾ اسان کي 'ڪوڪڙي' سڏيو ته ڪلاس جا ڇوڪرا مٿس ڏمرجي پيا ته ڪيس ائين چوندي شرم اچڻ گهرجي. اهڙي صورتحال ۾ مون ۽ مشڪا کي ڏاڍو صدمو لڳو.

"هي ڇوڪرا اسان سان ڪيڏو نه پيار ڪن ٿا. هنن کي ته اسان کي ڇڙٻون ڏيڻ گهربيون هيون." مُشڪا چيو

"ڇو اسان هنن جي ڪهڙي چوري ڪئي آهي؟"

"ڏس ته هنن اسان لاءِ ڪيترو نه ڪم ڪيو آهي. تنهنڪري هِنَن کي حق آهي ته اسان کي گَهٽ وَڌ ڳالهائين."

اسڪول کان پوءِ ڪيترا ئي ڇوڪرا آيا. پر هنن آئن کي ڏسڻ چڏي ڏنو هو. رڳو ڪوسٽيا ئي هو جيڪو ڏينهن ۾ ٻه پيرا ايندو هو. هي اسان جو اڪيلو دوست هو جنهن اجا تائين آسرو ڪونه لاٿو هو.

"هاڻي ته سڀ ڇوڪرا اسان کان ڪاوڙجي ويا آهن." مشڪا مون کي چيو.

"مون کي اهو ته ٻڌاءِ ته اهي ڪاوڙيا ڇو آهن؟ "غلطي ته هر ڪنهن کان ٿي ويندي آهي." مون کيس وراڻيو.

"تو پاڻ ته چيو هو ته کين اسان تي ڪاوڙ ڪرڻ جو حق آهي."

"بلڪل کين اهڙو حق آهي. تو کي به اهڙو حق آهي. اصل ۾ اها غلطي مون کان ٿي آهي." مُشڪا ڏک وچان چيو.

"تُنهنجي غلطي ڇو آهي. ڪوبه دوست توکي ڏوهي ڪونه ٿو سمجهي. ان ۾ تُنهنجو ڪوبه ڏوهه ڪونهي." مون کيس دلداري ڏيندي چيو.

"هڪ ڳالهه ٻي به آهي. پر تون مون تي ڪاوڙ ڪونه ڪندين ـ سچ ٻڌاءِ ڪاوڙبين ته ڪونه؟"

"مار، توتي ڪاوڙ ڇو ڪندس، يار."

"چاڪاڻ ته مان ڄڻ نه جهڙو ۽ آئي تي ڇَٽي آهيان. مان نياڳو آهيان. پاڳن ته مون ڏانهن ڪڏهن پيرو ڏنو ئي ڪونه آهي"

"اِئين ته ڪونهي."

"ڏوھي تہ مان آهيان، جنهن هر شيءِ کي هيٺ مٿي ڪري ڇڏيو. بس مان ئي وڏو ڏوھي آهيان،" مون چيو.

"حقيقت اِئين ڪانہ آهي، ڏوھہ منهنجو آهي. مون ئي چوزن کي ماريو آهي."

"تو وري چوزن کي ڪيئن ماريو آهي."

"مان توکي ٻڌايان ٿو پر اِن شرط سان تہ تون مون سان ڪاوڙبين ڪونہ." مُشڪا چيو.

"نہ، مان توتي ڪڏهن بہ ڪونہ ڪاوڙبس."

تہ ٻُڌُ، هڪ رات مان سمهي پيس. مون کي اهڙي گهڙيءِ ننڊ اچي وئي، جو جاڳ ڪانہ ٿي. جڏهن اک کُلي تہ ٿرماميٽر جو پارو 104 ڊگرين تي هو. مون آنن کي ٿڌي ڪرڻ لاءِ انڪيوبيٽر جو ڍڪ کوليو. پر مان سمجهان ٿو تہ اُن وقت تائين گهڻي دير ٿي چڪي هئي."

"ائين ڪڏهن ٿيو؟"

"پنج ڏينهن اڳ!" ان وقت مشڪا ڏاڍو غمگين نظر پئي آيو.

"توکي ڳڻتي ڪرڻ جي ڪا ضرورت ناهي. ڇاڪاڻ تہ آنا ان کان گهڻو اڳ تباھہ ٿي چڪا هئا،" مون کيس چيو.

"اُن کان بہ اڳ يعني..."

"يعني جنهن واقعي جي تون ڳالھہ ڪرين ٿو انهيءَ کان اڳ اُهي ناس ٿي چڪا هئا."

"انهن کي ڪنهن تباھہ ڪيو؟" مشڪا پڇيو

"مون."

"تو! اهو ڪيئن؟"

"مون کي بہ نياڳ جي ننڊ نهوڙي وِڌو هو. جاڳيس تہ ڏٺم گرمي ٻڌ هيٺ لهي ويو هو ۽ آنا تباھہ ٿي چڪا هئا."

"اهو واقعو ڪڏهن ٿيو؟"

"ڏهين ڏينهن تي."

"تو اها ڳالھہ اڳ ۾ چو ڪانہ ڪئي."

"مان اهو ڏوھہ قبولڻ کان ڊنل هئس. ٻي ڳالھہ تہ مون کي پڪ هئي تہ چوزا مئا ڪونہ آهن. پر هاڻي مون کي لڳي ٿو تہ چوزا مري ويا آهن، ۽ سندن مارڻ وارو مان آهيان."

"ان جو مطلب اهو ٿيو تہ سيني چوڪرن کي تو اجايو پئي ڪم ڪرايو ڇاڪاڻ تہ

توکي ان ڏوهہ قبول ڪرڻ جي همت ڪانہ هئي.“ مشڪا مون ڏانهن ڪاوڙمان گُهوري نهاريو.

”جيئن تہ مان ان وقت تائين ائين پئي سمجهيو تہ ڪوبہ نقصان ڪونہ ٿيو آهي، تنهنڪري ڇوڪرن کي تہ اهو ڪم ڪرڻو هو. نہ تہ اسان کي اهو پتو ڪونہ پوي ها تہ چوزا جيئرا آهن يا مري چڪا آهن.“

”اهو ڇا ٿو چوين؟، ڇوڪرن کي ڪم ڪرڻو هو! جيڪڏهن تون پنهنجي غلطي ان وقت ٻڌائين ها تہ مستقبل لاءِ ڪو گڏجي فيصلو ڪجي ها. تو نہ ٻڌائي ڇڻ اڪيلي سر پنهنجو فيصلو پاڻ ڪيو ۽ ڇوڪرن لاءِ اَجائي ڪم جو ڏچو بہ پيدا ڪري ڇڏيو“ مشڪا ڪاوڙ ۾ چيو.

”هيڏي منهن ڪر، آڪڙجي ڇالاءِ ٿو ڳالهائين؟ تو پاڻ بہ تہ ننڍ ڪري چوزن کي نقصان پهچايو. مينهن تي چوي ڳئونءَ کي تہ ’هل ڙي پڇ ڪاري!‘ تون پاڻ ڏوهي، چوين وري مون کي ٿو.“

”مان تہ اهو اڳ ئي باسي بيٺو آهيان تہ پيلي مان ڏوهي آهيان. جيڪو ڏنڊ رکين اکين تي،“ مشڪا چيو.

”مان توکي سزا ڇو ڏيان؟ پر قرب ڪجان تہ ڇوڪرن کي هرگزاِهو نہ ٻڌائجان تہ مون کهڙو ڪُڌو ڪم ڪيو آهي!“

سياڻي مان ڇوڪرن کي تو بابت نہ پر پاڻ بابت ٻڌائيندس، ۽ کين چَوندس تہ مان اَڻ ٻَڌو ڦَٿُ آهيان، جنهن چوزا ماريا آهن. بس منهنجي اُها ئي سزا آهي.“

”جيڪڏهن تو پنهنجو ڏوهہ قبول ڪيو تہ مان بہ اِئين ڪندس،“ مون چيو.

”تون پنهنجو ڏوهہ قبول نہ ڪجان. اهو سٺو ڪونہ ٿيندو.“

”ڇو سٺو ڪونہ ٿيندو؟“

”توکي اڳ ئي اها ڄاڻ آهي تہ ڇوڪرا اسان مٿان کِلندا ۽ ٺَٺولُون ڪندا آهن. ڇاڪاڻ تہ اسان هر ڪم گڏجي ڪندا آهيون. اسين اَسڪول گڏ ايندا آهيون، سبق بہ گڏجي ياد ڪندا آهيون، گهٽ مارڪون بہ گڏ کڻندا آهيون. هاڻي بہ چوندا تہ اسان گڏجي ننڍ ڪئي آهي.“

”جيڪو کين وڻي سو چوَن. ڪُوهن ۽ ماڻهن جا وات ڪنهن بند ڪيا آهن؟ پر ڇوڪرا جڏهن تو اڪيليءَ تي کِلندا تہ مان اِهو ڏسي سَهي ڪونہ سگهندس.“

# جڏهن ڪا بہ اميد نہ رهي!

ڏڪاري ڏينهن جي پڇاڙي ٿي ۽ مٿان شام اچي سَهڙي. پر رڌڻي جي هر شيءِ جيئن جو تيئن پئي هئي. انڪيوبيٽر گرم هو. لئمپ ٻَري پئي. پر اسان جي اميدن جو ڏيئو وِسامي چڪو هو. مشڪا پنهنجي هٿ ۾ جهليل آني کي ماٺ ڪيو ڏسي رهيو هو. اسان اڃا اهو ارادو ڪونہ ڪيو هو تہ ڪنهن آني کي سوراخ ڪري ڏسجي يا اڃا ٿورو انتظار ڪجي. اوچتو مشڪا اُٿي ويهي رهيو. سندس نيت ڪجهہ ڪرڻ جي هئي. هن مون کي گُهوري پئي ڏٺو. مون سمجهيو تہ منهنجي پنيان ڪو ڀُوت بيٺو آهي، جنهن کي مشڪا گُهوري ڏسي رهيو آهي. مون ڪنڌ ورائي پنيان ڏٺو پر اتي تہ ڪير بہ ڪونہ هو.

”هيڏانهن ڏس.“ مشڪا جي سڏ تي منهنجو ڌيان هن ڏانهن ويو.

مون ڏٺو تہ سندس هٿ ۾ آنو جهليل هو. مون آني تي مٿاڇري نظر ڦيرائي پر ڪا بہ شيءِ نظر ڪانہ آئي. پوءِ جڏهن غور ڪري ڏٺم تہ هڪ جاءِ تي ننڍڙو سوراخ ڏسڻ ۾ آيو.

”تو آني کي ڪنهن شيءِ سان هنيو آهي ڇا؟“ مون پڇيو.

مشڪا ڪنڌ لوڏي انڪار ڪيو.

”تِنهن جي معنيٰ تہ اِهو سوراخ چوزي ڪيو آهي!“

مشڪا هائو ڪار ۾ ڪنڌ لوڏيو.

”توکي پڪ آهي؟“

مشڪا ڪلها ڏُوڻي وري بہ هائو ڪار ڪئي.

مون آني جي کوپي جو ٽڪِل ذرڙو چَپٽيءَ سان کنيو تہ سوراخ ٿي پيو. ان وقت هڪ ڦڪي نازڪ ۽ نفيس چُهنب سوراخ مان ٻاهر نڪتي ۽ گم ٿي وئي.

بي انتها خوشي ۽ اُمنگ وِچان اسان جي واتان لفظ ئي ڪونہ اُڪليو. هڪ ٻئي کي ڀاڪر پائي چنبڙي پياسين. ’واهہ واهہ‘ هن وڏي آواز سان چيو. وڏا ٽَهڪ ڏئي کِلڻ لڳو.

”هاڻي ڇا ڪيون؟ - اول ڪنهن کي ٻڌايون؟“

”چڱو هاڻي نهيو - گهڙي کن ماٺ ڪر - تڪڙ ڇاجي اٿئي؟ چو ايڏو آپي کان ٻاهر نڪري ويو آهين؟“

"اسان کي ٻوڙ پائي هلي سمورن چوڪرن کي ٻڌائڻ گهرجي." اهو چئي مشڪا در ڏانهن ڊوڙ پاتي.

"اڙي چريا، پهريان آنو ته انڪيوبيٽر ۾ رک. اهو به پاڻ سان ڪنيو ٻاهر پڳو ٿو وڃين؟"

هن پوئتي موٽي هٿ ۾ جهليل آنو آٽي انڪيوبيٽر ۾ رکيو. ان وقت ڪوسٽيا به اچي ٺهڪو ڪيو.

"هڪ چوزو ڦٽي نڪتو آهي." مشڪا رڙ ڪري چيو.

"اجايو ڦلين ٿو" ڪوسٽيا ڪيس وراڻيو.

"مان اها ڳالهه قسمَ سان چوان ٿو."

"اهو چوزو ڪٿي آهي؟"

مشڪا جهٽ ۾ انڪيوبيٽر جو ڍڪ مٿي ڪيو ۽ ڪوسٽيا اندر جهاتي پاتي.

"ڪٿي آ چوزو؟ هتي ته رڳو آنا پيا آهن!"

مشڪا تڪڙ ۾ چوزي جو سوراخ وارو آنو الائي ڪهڙي جڳهه تي رکيو هو سو وائڙو ٿي ويو ۽ هر آني کي ڏسندو ويو. نيٺ هن اهو آنو ڳولي لڌو جنهن کي چوزي پنهنجي چُهنب سان سوراخ ڪيو هو ۽ ڪاميابيءَ واري جذبي ۽ احساس سان ڪوسٽيا کي ڏنو.

ڪوسٽيا خوشيءَ وچان ڪپڙن ۾ ڪونه پئي ماپيو. "ڏسو! اهو سچو پچو چوزو آهي. جيڪو پنهنجي چهنب سان آني کي ٺُڪي ٺُڪي ٻاهر اچڻ جي ڪوشش پيو ڪري."

"ها، اهو ته سچ پچ چوزو آهي، ۽ ڪنهن به سرڪس واري جي اٽڪل بازي ڪانهي."

"دوستو! اوهين هن آني کي ڏسندا رهو ته مان ٻين سنگتين کي سڏي ٿو اچان." ڪوسٽيا چيو.



"صحيح آهي. تون وڃي ڪين ٻڌاءِ. اُنهن کي ته ويساهه ئي ڪونه ايندو."

"هو سڀ منهنجي گهر ويٺا آهن. ڪين پوري پَڪ آهي ته چوزا ضرور ڦٽندا، پر هنن اوهان کي تڪليف ڏيڻ ڪانه پئي چاهي. هُو ائين ڪرڻ کان ٻڄي رهيا هئا. تنهنڪري هنن مون کي هيڏانهن حال احوال پڇڻ لاءِ موڪليو آهي." ڪوسٽيا چيو.

اهي ڇو پئي ٻڌا تہ؟"

"ڇو تہ چوزا ڪونہ پئي ڦٽا ۽ اوهان پريشان هئا. هنن اوهين کي وڌيڪ پريشان ڪرڻ ڪونہ پئي گهريو."

اهو ڏسي ڪوشتيا وٺي ڊوڙ پاتي. ڌڪڻ مان ائين لڳي رهيو تہ هو هڪ ٻرانگهہ ۾ ڏاڪڻ جا ٽي ٽي ڏاڪا اُڪرندو ٿي ويو.

"اڙي هي مون ڇا ڪيو؟ امڙ کي تہ ڪونہ ٻڌايم." مُشڪا دانهن ڪئي.

هو پنهنجي ماءُ کي اطلاع ڏيڻ ويو تہ مان وري پويان آنو کڻي امان کي ڏيکارڻ لاءِ ڀڳس، امان آنو ڏسي چيو تہ "جلدي وڃ ۽ آنو انڪيوبيٽر ۾ رک نہ تہ چوزي کي ٿڌ وٺي ويندي."

مون امان جي اها ڳالهہ ٻڌي وٺي مشڪا جي گهر ڏانهن ڊوڙ پاتي. مشڪا رڌڻي ۾ موجود هو جتي آنو موجود نہ ڏسي آپي کان نڪري ويو هو. سندس ماءُ پيءُ هن جي حالت ڏسي کِـل ۾ ٻُـڏا پيا هئا. هن جي جڏهن مون تي نظر پئي تہ مون کان پڇيائين:

"توکي خبر آهي تہ مون آنو ڪٿي رکيو هو؟ مون تہ سڄو انڪيوبيٽر جاچي ڏٺو آهي. مون کي اهو ڪٿي ملي ئي ڪونہ ٿو."

"ڪهڙو آنو؟"

"اهو جنهن کي چوزي سوراخ ڪيو آهي!"

"اهو اِجهو هي آهي." مون کيس چيو.

مشڪا جڏهن اهو آنو منهنجي هٿن ۾ ڏٺو تہ ٽپي ٻاهہ تي ويو.

"چريا، ٻوڪا! آنو هٿن ۾ کنيو گهمندو ٿو وتين."

سندس ماءُ مٿس ڪاوڙجي پئي ۽ چيائين، "آني تي ايترو گوڙ!"

"امان هي ڪو عام آنو ڪونہ آهي. ڏِس تہ سَهي."

مشڪا جي ماءُ آنو پنهنجي هٿن ۾ وٺي ڏٺو تہ ننڍڙي چوزي جي نازڪ ۽ نفيس چهنپ نظر اچي رهي هئي. ان کان پوءِ مشڪا جي پيءُ بہ ڏٺو ۽ چيائين، "هائو. نهايت اهم."

"اهم نہ پر هي تہ فطرت جو هڪ عام مظهر آهي."

مشڪا فخر سان چيو.

"تون پاڻ بہ تہ فطرت جو هڪ مظهر آهين." سندس پيءُ کِلندي ڪيس چيو.

"چوزو تہ هڪ عام شيءِ آهي پر اهم ان ڪري آهي، جو اهو تنهنجي انڪيوبيٽر وسيلي ڦٽي نڪتو آهي." سندس ماءُ ڪيس چيو. هن وڌيڪ چيو "مون کي تہ اميد آسرو ڪونہ هو تہ ڪو هن انڪيوبيٽر مان ڪو چوزو ڦٽي نڪرندو."

"پر تو ان وقت ائين چو نہ چيو؟."

"انهيءَ ڪري، جو تون چوزن جي شوق ۾ ڏاڍو جذباتي لڳو پيو هُئين. مون کي خوشي هئي تہ گهٽين ۾ اجايو رُلڻ کان تہ ڇٽو پيو هئين."

ان وقت مايا بہ رڌڻي ۾ آئي. جيڪا ننڊ مان ان وقت جاڳي هئي. ڪيس بہ آنو ڏسڻ لاءِ ڏنو ويو. هن هٿ ۾ ڪنيو تہ چوزي بہ سوراخ مان پنهنجي چهنب ڪڍي ٻاهر ڪڍي.

"هي تہ مون کي ٺونگا ٿو هڻي." مايا مشڪري ڪندي چيو.

"آني اندر هوندي بہ مون سان وڙهڻ ٿو گهرين. ڏاڍو ڪو ڏنگو چوزو آهين!"

"تون ننڍڙي چوزي سان ايترو ڏاڍيان نہ ڳالهاءِ. ڊڄي ويندو." مشڪا مايا کي چيو.

ان کان پوءِ هن ڪانئس آنو وٺي انڪيوبيٽر ۾ رکي ڇڏيو.

ان مهل ڏاڪڻ تان قدمن جو آواز آيو. ڇهہ گهڻا چوڪرا ڊوڙندا ايندا هجن. ٿوريءَ دير کان پوءِ سڄو رڌڻو چوڪرن سان ڀرجي ويو. پوءِ آنو ڪڍي واري واري سان هر هڪ چوڪري کي ڏيکاريو سين تہ جيئن هو چوزي جي چهنب ڏسي سگهن.

"هاڻي اهو آنو مون کي ڏيو تہ انڪيوبيٽر ۾ رکان. نہ تہ چوزي کي ٿڌ لڳي ويندي" مشڪا چوڪرن کي چيو.

چوڪرن اسان جي ڳالهہ تي ڌيان ئي ڪونہ ڏنو تنهنڪري اسان کانئن زبردستي آنو واپس ورتو.

"ڇا ٻين آنن ۾ بہ چوزن سوراخ ڪيا آهن؟" وتيا پڇيو.

سندس چوڻ تي اسان ٻين آنن کي چڱيءَ ريت جاچي ڏٺو پر ڪنهن ۾ بہ سوراخ ڪونہ هو.

"رڳو نمبر 5 کي سوراخ آهي، ٻين کي اڃا ڪونہ ٿيا آهن." مشڪا جواب ۾ چيو.

"شايد اُهي سياڻي ڦٽندا." وتيا چيو.

"مان تہ چوان ٿو تہ هڪ چوزو بہ ڦٽو تہ لک ٿيو نہ تہ اسان جو سڄو پورهيو پاڻيءَ ۾ هليو وڃي ها،" مشڪا کين وراڻيو.

"چو نہ اسين آنن جي کوپرن کي پچون تہ چوزا ٻاهر نڪري اچن. اهي آني جهڙي ننڍڙيءَ جاءِ ۾ ويهي ٿڪجي پيا هوندا." مينيا بابروف صلاح ڏني.

"متان اِئين ڪريو. توهان آنن جي کوپن کي هٿ بہ نہ لايو. چوزن جي جسم جي کل اجا تائين نرم هوندي. اِئين ٿيندو تہ اُهي گهائجي پوندا،" مشڪا وراڻيو.

چوڪرا گهڻي وقت تائين ويٺا رهيا ۽ پوءِ نيٺ هليا ويا. هو اُن ڪري ويٺا هئا تہ جيئن سيئي چوزا ڦٽن تہ هو ڏسي سگهن. پر اڳيئي گهڻي دير ٿي وئي هئي، تنهنڪري اهي پنهنجي گهرن ڏانهن هليا ويا.

"ڳڻتي نہ ڪر ٻيا بہ جلد ئي آنن کي سوراخ ڪري ڦٽي پوندا،" مشڪا مون کي چيو.

چوڪرن جي هليي وڃڻ کان پوءِ مشڪا آنن کي ٻيهر اٿلائي پٿلائي چڱيءَ ريت ڏٺو تہ متان ڪنهن هڪ آني ۾ سوراخ ٿيو هجي. هن ڏٺو هڪ ٻئي آني ۾ بہ سوراخ ٿيو پيو هو.

"آني نمبر 11 ۾ بہ سوراخ ٿيو آهي ۽ اُن مان بہ چوزو جاڻ ڦٽو." مشڪا خوشيءَ وچان رڙ ڪئي.

مون ڏٺو تہ واقعي ان آني ۾ سوراخ ٿيو پيو هو. نمبر ڏنم تہ '11' لکيل هو.

"سڀني ڳالهہ ڪانہ ٿي جو چوڪرا هليا ويا. هاڻي ڪير ڊوڙي وڃي کين اها خوشخبري ٻڌائيندو. تون سچ ٿو چوين تہ اها سڀني ڳالهہ ڪانہ ٿي. پر جڏهن هو سڀاڻي ايندا تہ اجا بہ وڌيڪ آنا ڦٽل ڏسندا،" مشڪا وراڻيو.

انڪيوبيٽر جي پرسان ويهندي اسان کي ڏاڍي خوشي محسوس ٿي رهي هئي.

"تون ۽ مان وڏا ڀاڳن وارا آهيون. مان سمجهان ٿو اسان جهڙا ڀاڳن وارا تمام ٿورا ماڻهو هوندا." مشڪا چيو.

رات ٿي چڪي هئي. ٻيا ماڻهو تہ آرامي هئا پر منهنجي ۽ مشڪا جي نيڻن ۾ ننڊ ڪانہ هئي.

وقت ڏاڍو تيزيءَ سان لنگهندو پئي ويو. صبح جو ٻين وڳي وڌيڪ ٻن آنن ۾ سوراخ ٿي چڪا هئا. سندن نمبر '8' ۽ '10' هئا. ٻئي ڀيري اسان انڪيوبيٽر جو ڍڪ لاهي ڏٺو تہ هڪ

چوزو آني کان ٻاهر ويٺو هو. اهو ڏسي اسان تہ خوشيءَ وچان وٺي هنبوڇيون هنيون. ننڍڙو چوزو پنهنجي چنگهن تي بيهڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو پر پوءِ ويهي رهيو.

مون کي تہ تمام گهڻي خوشي ٿي هئي. مون چوزو مٿي کنيو. ڏٺم تہ اجا آلو هو. ان جي جسم تي کنيون بدران نرم ۽ نازڪ ننڍڙا وار هئا.

اسان چوزي کي ٿالهہ ۾ ويهاري، هيٺان گرم پاڻيءَ واري ٿيلهي رکي ڇڏي، تہ جيئن اُن مناسب گرمي ملي سگهي.

"اتي مناسب گرمي ناهي، تنهنڪري چوزو جلدي مري ويندو" مشڪا چيو.

"اها بہ اچرج جهڙي ڳالهہ آهي جو ايتري ننڍڙي آني مان ايڏو وڏو چوزو ڦٽي نڪتو آهي!" مشڪا وڌيڪ چيو.

جيڪڏهن چوزي ۽ آني جي پيٽ ڪجي ها تہ آني جي مقابلي ۾ چوزو گهڻو وڏو هو. پر اهو آني جي ننڍڙي کوپي اندر چڙهي جُـڪ هنيو ويٺو هوندو. هن جون چنگهون سندس هيٺان هونديون. ڳچي ۽ مٿو بہ ور وڪڙ ڪيو سُتو پيو هوندو. پر هاڻي تہ هو سڌو سنئون بيٺو آهي! هن جون چنگهون بہ کُـلي پيون آهن ۽ ڳچيءَ کي بہ سڌو ڪري ورتو اٿائين، جيڪا اڳي ورن وڪڙن واريءَ شڪل ۾ هئي.

"پر هي تہ غلط چوزو آهي." مشڪا مون ڏانهن منهن ڪري چيو.

"غلط جو مطلب ڇا آهي؟" مون اچرج مان کانئس پڇيو.

"اِهو وري ڪيئن؟"

"اهو آنو سوراخ وارو پهريون آنو ڪونہ آهي، اُن جو نمبر 5 هو. هي تہ 11 نمبر آني مان ڦٽي نڪتو آهي،" مشڪا چيو.

مون بہ پڪ ڪري ڏٺي. اهو آنو نمبر '11' هو ۽ ان تي ئي '11' جو انگ لکيل هو.

اسان انڪيوبيٽر ۾ جهاتي پائي ڏٺو تہ آنو نمبر 5 جيئن هو تيئن پيو هو.

"هن آني سان وري ڪهڙي ويڌن ٿي آهي. سوراخ تہ پهريان هن ۾ ئي ٿيو هو پر اهو تہ اجا جيئن جو تيئن ڏريو رکيو آهي ۽ ڦٽڻ جو تہ نالو ئي ڪونہ ٿو وٺي. شايد چوزو ڪمزور آهي، تنهنڪري آني جي کوپي کي وڌيڪ پيچي ڪونہ ٿو سگهي،" مشڪا جواب ۾ چيو. هن وڌيڪ چيو "ٿوري وقت کان پوءِ اُهو طاقتور ٿي ويندو تہ کوپي کي پيچي ٻاهر نڪري ايندو."

# اسان جي غلطي

اسان پنهنجي ڪمري ۾ رُڏل ۾ گُـم هئاسين تہ پتو ئي ڪونہ پيو تہ صبح ٿي ويو آهي. پوءِ ڏٺو سين تہ دريءَ تي اُس پئي چمڪي ۽ سج جا ڪِـرڻا رڌٽي جي فرش سان ڪيڏي رهيا هئا. ڪمرو ڏاڍو سُـنو پئي لڳو.

"هاڻي ڏسجان"، چوڪرن بہ جاڻ اچڻ شروع ڪيو."

"اسين تہ ڪين روڪي بہ ڪين سگهنداسين." مشڪا چيو.

هن اجا اها ڳالهہ چئي پوري ئي ڪانہ ڪئي هئي تہ بہ چوڪرا اچي پهتا. جيڪي زينيا ۽ ڪوسٽيا هئا.

"ڏسو!" مشڪا رڙ ڪري چيو. ان ڪان پوءِ هن پاڻڙي مان چوزي کي ٻاهر ڪڍي ڪين ڏيکاريو.

"فطرت جا رنگـ!" چوڪرن اچرج وچان رڙ ڪندي چيو.

ان ڪان پوءِ هو چوزي کي چڱيءَ ريت ڏسڻ لڳا تہ اهو تندرست آهي يا نہ.

"پر هن ڪان سواءِ ٻين ٽن آنن 5، 8 ۽ 10 ۾ بہ سوراخ ٿيا آهن."

چوزن کي ٽڏ ڪانہ وڻندي آهي. جيتري وقت تائين هو هٽن ۾ هو سيءَ ۾ ڏڪندو ٿي رهيو. جڏهن ڪيس پاڻڙي ۾ رکيوسين تہ ڏڪڻ بند ٿي ويو.

"تو هـِـن کي چوٿو چوڳو ڏٺو آهي يا نہ؟" ڪوسٽيا پڇيو.

"نہ هن کي چوٽي چوڳي ڏيڻ جو اجا وقت ڪونہ آيو آهي. ننڍڙن چوزن کي ڦٽڻ ڪان هڪ ڏينهن پوءِ چوڳو ڏنو ويندو آهي." مشڪا وراڻيو.

"لڳي ٿو اوهان سڄي رات ننڊ ڪانہ ڪئي آهي." زينيا چيو.

"سچ پچ اسان ننڊ ڪانہ ڪئي آهي. سڄي رات جاڳندا رهيا آهيون."

"چڱو اوهان هاڻي وڃي ننڊ جو سُـوپو ڪريو. ٿوري وقت لاءِ اسين هتي ويٺا آهيون."

ڪوستيا کين مشورو ڏنو. "چڱو ائين ئي ٺا ڪريون. پر اوهان کي اهو واعدو ڪرڻو پوندو تہ جڏهن نئون چوزو ڦٽندو تہ اسان کي ننڍ مان جاڳائيندا."

"ها. واعدو."

اُن کان پوءِ مان ۽ مشڪا صوفي تي آهلجي پياسين ۽ جَهٽ ئي اسان کي ننڊ ڪٽي وئي. جاڳڻ تہ اسان اڳ ئي ننڊاڪڙا هئاسين. چوڪرن بہ اسان کي پوري ڏهين وڳي جاڳايو.

"اچو ۽ فطرت جو عمل ڏسو. آني نمبر 2 مان بہ چوزو ڦٽڻ وارو آهي." ڪوستيا خوشيءَ وچان اسان کي چيو.

"فطرت؟" ننڊ اجا بہ نيڻن ۾ هئي. تنهنڪري مان سندس چيل ڳالهہ کي چٽيءَ ريت سمجهي ڪونہ سگهيس. اڪيون کولي چوڌاري ڏٺم تہ سڄو ڪمرو چوڪرن سان پريو پيو هو.

مشڪا ۽ مان ٽِپُ ڏئي اٿي پياسين. جاڪاڻ تہ چوڪرا پاڻ ۾ چٽي رهيا هئا:

"اڙي هن ٽٽي ۾ چوزو ڏسو."

اسان بہ ڏٺو تہ اتي بہ چوزا ويٺا هئا. هڪ چوزو تہ ٿلهو متارو هو. ڦِڪو - جهڙي آني جي ڦڪي ٽڪي. ڏاڍو سهڻو هو.

"آهي نہ شاندار - پر پهريون چوزو ايڏو ٿُلهو مَتارو ڇو آهي؟" چوڪرن منهنجي ڳالهہ ٻڌي ڪلي ڏنو.

"پهريون تہ پهريون ٿيندو آهي." چوڪرن چيو.

"ڪهڙو پهريون؟"

"اهو ٿلهو متارو چوزو."

"نہ. اهو نہ. پهريون چوزو تہ هُو آهي. جنهن جي ڪَـلَ سان وَارَ بہ چنبڙيا پيا آهن."

"جنهن چوزي جا وار ڪل سان چنبڙيل آهن. اُهو هاڻي تازو ڦٽو آهي. پهريون چوزو اُهو آهي جيڪو خشڪ ٿي ويو آهي ۽ ٿلهو متارو پيو لڳي."

"اهو چوزو ٻئي کان وڌيڪ سگهارو تہ ڪونہ آهي." مون چيو.

"نہ. ائين ڪونہ آهي. جڏهن ٻئي چوزي جي آلاڻ سُـڪي ويندي تہ اُهو بہ ٿُـلهو متارو لڳندو."

"اهو ڪهڙي نمبر آني وارو چوزو آهي؟" اهو ٻڌي ڇوڪرا وائڙا ٿي ويا.

"مان سمجهي رهيو هئس ته اوهان کي خبر آهي ته سڀني آنن تي نمبر لڳل آهن." مشڪا هنن کي چيو.

"اسان آنن تي لڳل نمبرن جو ڪڏهن به خيال ڪونه ڪيو آهي." ڪوسٽيا ڪيس جواب ڏنو.

"آنن جي ڪوپن تي نمبر لکيل آهن،" مون ڪيس وراڻيو.

"آني جو هڪ ڪوپو اڃا به انڪيوبيٽر ۾ هوندو" مشڪا چيو.

مشڪا انڪيوبيٽر جو ڍڪ لاهي ڏنو ۽ رڙ ڪري چيائين:

"ڏسو ڀين ڀن آنن مان ٻه چوزا ڦٽي نڪتا آهن." اهو ٻُڌي ڇوڪرن وٽي انڪيوبيٽر ڏانهن ڊوڙ پاتي.

مشڪا انهن چوزن کي هٿ ۾ کڻي ڇوڪرن کي ڏيکاريو.

"شڪل صورت ۾ ڄڻ عقاب ٿا لڳن،" مشڪا فخر وچان چيو.

ان کان پوءِ مشڪا تازن ڦٽل چوزن کي به پاٽڙي ۾ رکيو. ٻه چوزا اڳيئي ان ۾ ويٺا هئا. هاڻي اسان وٽ چوزن جو انگ چار تي چڪو هو. اُهي پاٽڙي اندر هڪ ٻئي سان ڀٽ ٿيو ويٺا هئا ته جيئن کين گرمي ملي سگهي.

مشڪا آنن جا ڀڳل ڪوپا انڪيوبيٽر مان ٻاهر ڪڍيا ۽ آنن جا نمبر ڏسڻ لڳو.

اندر انڪيوبيٽر ۾ آني نمبر '4'، '8' ۽ '10' جا ڪوپا پيا آهن. پر اهو پتو ڪونه ٿو پوي ته ڪهڙي آني جو ڪهڙو ٻچو آهي. تنهنڪري اُهو ٻڌائڻ به ڏکيو آهي ته ڪهڙو چوزو ڪهڙي ڪوپي مان ڦٽي نڪتو آهي.

"آنو نمبر 5 اڃا به انڪيوبيٽر ۾ پيو آهي،" مون چيو.

"اهو ڀلي ائين ئي پيو هجي ـ ساڻس الائي ڪهڙي ويڌن آهي. شايد چوزو مري ويو آهي،" مشڪا چيو.

اسان آنو نمبر 5 کڻي، ٿيل سوراخ کي ٿورو ويڪرو ڪيو. ڏٺوسين ته اُن ۾ چوزو وڏي آرام سان پيو هو. پنهنجي مٿي کي ٿورو چوري رهيو هو.

"چوزو جيئرو آهي" اسان خوشيءَ وچان وڏي آواز ۾ چيو ۽ موٽائي انڪيوبيٽر ۾ رکي ڇڏيو. مشڪا ٻين آنن کي بہ جاچي ڏٺو تہ آني نمبر 3 مان بہ ٻچو ڦٽي نڪتو هو.

اهو ڏسي ڇوڪرن خوشيءَ وچان تاڙيون وڄائي پنهنجي ڪاميابيءَ جو اظهار ڪيو. اسان جو پورهيو سَجايو ٿيو هو. گهڙيءَ کن کان پوءِ مايا بہ ٽپندي ڪڏندي اندر آئي تہ ڪيس بہ چوزا ڏيکاريا سين.

"اهو ٿلهو متارو چوزو منهنجو آهي" مايا چيو ۽ ان کي جَهٽَ ڏئي کڻڻ لڳي.

"گهڙي کن ترس. هِن کي گرم پاڻيءَ اندر ويهڻ ڏي. جيڪڏهن هن کي تڪڙ ۾ ٻاهر ڪڍندينءَ تہ کيس ٿڌ لڳي ويندي" مون مايا کي سمجهائيندي چيو.

"چڱو مان هن کي پوءِ کڻي ويندس."

"پر مان اِهو ٿلهو متارو چوزو کڻنديس. نہ کي هُو سَنهڙو ۽ سڪل" هن وڌيڪ چيو هو.

آچر جو ڏينهن هو ۽ موڪل هجڻ جي ڪري سيئي ڇوڪرا سڄو ڏينهن اسان وٽ هئا ۽ ڪمري کان ٻاهر ڪونہ نڪتا. مان ۽ مشڪا ڏاڍي نَٽ سان انڪيوبيٽر جي پرسان ويٺا هئاسين. ٻرندڙ اسٽووَ جي پرسان گرم پاڻيءَ رکيو هئو جنهن ۾ چوزا ويٺا هئا. جڏهن تہ اسٽووَ مٿان پاٽيءَ جو ٿانءُ رکيل هو ۽ دريءَ ۾ ڪوڪا رکيل هئا. جن ۾ جَوَ ڄاوا بيٺا هئا. جيڪي ڏاڍا ساوا ۽ وڏا ٿي ويا هئا. ڇوڪرا پاڻ ۾ پوڳ چرچا ڪري ٽهڪن ۾ ٻڏي ٿي ويا ۽ ڏاڍيون دلچسپ ڳالهيون ڪري رهيا هئا.

"ڇا اوهان ڄڻپ ڪئي آهي تہ چوزن ڦٽڻ ۾ ڪيترا ڏينهن وڌيڪ لڳا آهن؟" هڪ ڇوڪري پڇيو. هن وڌيڪ چيو: "اهي تہ جمعي جي ڏينهن ڦٽڻا هئا!"

"مون کي خبر نہ آهي تہ ائين ڇو ٿيو. چوزن کي تہ ايڪيهين ڏينهن ڦٽڻو هو. اڄ تہ ٽيويهون ڏينهن آهي. اهو بہ امڪان آهي تہ ڪتاب لکڻ واري کان غلطي ٿي هجي" مشڪا چيو.

"جنهن بہ غلطي ڪئي آهي، اهو فقط تون آهين. تو انڪيوبيٽر ۾ آنا ڪڏهن وڌا هئا؟" لوشا ڪيورو ڇڪن چيو.

"ٽين تاريخ – ڇنڇر جي ڏينهن."

"هن جو حساب صحيح آهي،" وتيا سميموف چيو.

"جيڪڏهن اوهان شروعات ڇنڇر جي ڏينهن کان ڪئي آهي ته ايڪيهون ڏينهن جمعو ٿيندو. هفتي ۾ ست ڏينهن آهن ۽ ٽن هفتن ۾ ايڪيهه."

"ستن کي جيڪڏهن ٽن سان ضرب ڪيو ته ايڪيهه ٿيندو" بابروف ڪلندي چيو.

"ڪوڙن جو ڪتاب ته ائين چوي ٿو" هُن وڏيڪ چيو.

"اسان ته ائين ڳڻيو آهي." مشڪا چيو.

"تو ڪيئن ڳڻيو ته...؟"

"ها، توکي ٻڌايان ٿو. ٽين تاريخ - پهريون ڏينهن، چوٿين تاريخ - ٻيو ڏينهن، پنجين تاريخ - ٽيون ڏينهن...."

اها ته مزيدار ڳالهه آهي. ڪوڙن جي ڪتاب مطابق ايڪيهون ڏينهن ته ڇنڇر تي ٿئي ٿو. پر جڏهن آگرين تي ڳڻجي ٿو ته اهو ڏينهن جمعو ٿئي ٿو.

"ڇگو هاڻي ٻيهر ڳڻي ڏيکار ته ڏسون ته تون ڪهڙي طريقي سان ڳڻي رهيو آهين؟" زينيا ڪيس چيو.

"ڇنڇر ٽين تاريخ، آچر - چوٿين - ٽيو ٻيو ڏينهن."

"ٻيهر مَنَ. ٻيهه. تو جيڪڏهن ٽين تاريخ کان شروعات ڪئي ته... "

" اهو ڏينهن شروعات وارو هو. تنهنڪري اهو مڪمل ڏينهن نه ٿو چئي سگهجي. اهو چوٿين تاريخ جي شروع ٿيڻ سان ختم ٿئي ٿو. تنهنڪري اوهان کي چوٿين تاريخ کان ڳڻڻ گهرجي."

مشڪا ۽ مان اها ڳالهه سمجهي وياسين ۽ نئين سر ڳڻڻ لڳاسين. پتو پيو ته ايڪيهون ڏينهن ڪالهه وارو هو. ان کان پوءِ هر ڳالهه نئين تي بيٺي. تاريخ به اُها بيٺي، جيڪا هجڻ گهرجي. اسان انڪيوبيٽر ۾ آنا ڇنڇر جي شام جو وڌا هئا ۽ آني ۾ پهريون سوراخ به ڇنڇر تي شام جو ڏسڻ ۾ آيو هو. انهيءَ حساب سان پورا ايڪيهه ڏينهن ٿين ٿا.

"تو ڳڻپ ڪرڻ جو صحيح طريقو ٻڌائي، اسان کي ته جڻ هڪ وڏي ڏچي کان بَچائي ورتو آهي." وانيا لوزڪن چيو. اهو ٻڌي ڇوڪرا کلڻ لڳا.

"اسان جيڪڏهن اهڙي ڳڻپ پهرين ڪريون ها ته گهڻي ڳڻتي ڳاراڻي کان بچي وڃون ها." مشڪا چيو.

# چوزن جي ڦٽڻ وارو ڏينهن

ان ڏينهن جي پوپاڙيءَ تائين گرم پاتڙي ۾ ڏهه چوزا وينا هئا. پنجين نمبر آني وارو چوزو آخري هو جيڪو اڃا آني جي کوپي ۾ موجود هو ۽ ٻاهر اچڻ جي ڪوشش تي ڪيائين. ان ڪري اسان آني جي کوپي کي مٿئين پاسي کان ڀڳو. جيڪڏهن اسان اِئين نه ڪريون ها ته هُو اڃا تائين اُتي ويٺو هجي ها. شايد هي چوزو ٻين کان وڌيڪ ننڍڙو ۽ ڪمزور هو. تنهنڪري هو ٻاهر نڪري ڪونه ٿي سگهيو ۽ ڦٽڻ ۾ گهٽي دير لاتي هئائين.

شام تائين انڪيوبيٽر ۾ رکو به آنا وجي بچيا هئا. هنن ٻـن آنن کي انڪيوبيٽر ۾ اڪيلو ڏسي ڏک ٿي رهيو هو. هي آنا ان رات به ڪونه ڦٽي سگهيا هئا. ڦٽل چوزا پاتڙي ۾ ڏاڍي مزي سان وينا هئا. صبح جو انهن کي ڪٺي هيٺ فرش تي وهاريو سين. اهي اسان کي ريشم جا ڦـڪا ڏهه ٿلها متارا گول بال لڳي رهيا هئا. هو پنهنجون ننڍڙيون اکيون ڇنبي رهيا هئا ۽ تيز روشنيءَ کان ٿـهي رهيا هئا. ڪي چوزا توانا ۽ ڦُـرٽ هئا ته ڪجهه وري سست معلوم ٿي رهيا هئا. ڪن وريَ پچڻ ٻڪڻ به شروع ڪيو هو پر اهي اڃا ٻوڙڻ ٻڪڻ جهڙا ڪونه هئا. ڪڏهن اهي فرش جي ننڍن نشانن تي چُـهنبن سان ٺُـنگا هڻي رهيا هئا ته ڪن وري ڪبٽ جي تختن ۾ هنيل ڪوڪن جي چمڪندار مٿن تي ٺونگن جو ٺـهڪو لائي ڏنو هو.

"مان سمجهان ٿو هِـنـن ويچارن کي بُـک لڳي آهي،" مشڪا مون کي چيو.

اسان هڪدم هڪ آنو اوباري، اُن مان ٽڪي ڪيڍي، مهٽي سنهي ڪري فرش تي اُڇلائي. پر ننڍڙن چوزن کي ته اها خبر به ڪانه هئي ته هن آني جي ذرڙن کي ڇا ڪجي. اسان انهن کي هٿن ۾ جَـهلي کارائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر اَهڙا نِـٽرُ هئا جو چـُـڳڻ کان نابري واري ويهي رهيا.

"چوزا! اوهين بلڪل چريا آهيو. آني جا ذرڙا به ڪونه ٿا چڳو!" اسان رڙ ڪري چيو. ان وقت مشڪا جي ماءُ اندر آئي.

"امان هي چريا چوزا ته آنو به ڪونه ٿا چڳن."

"اوهان انهن کي چڳڻ سيکاريو ته سهي،" مشڪا جي ماءُ چيو.

"امان، اسان تہ هنن کي چيو تہ چوزڙا هي آنو چڱو پر هنن ڪنڌ ڪڻي بہ آني کي ڪونہ ڏنو."

"چوزن کي چُڳڻ سيکارڻ جو اهو طريقو ناهي، هوريان هوريان فرش تي ٺڪ ٺڪ ڪريو."

مشڪا فرش تي ويهي آني جي ذرڙن پرسان آڱر جي چوٽيءَ سان ٺڪ ٺڪ ڪئي تہ چوزن بہ آڱر جي ٺڪ ٺڪ جو نقل ڪيو۽ هيٺ چهنب سان ٺُنگا هڻڻ لڳا. ٿوري گهڙيءَ کان پوءِ چوزن سڄو آنو چُڳي ختم ڪري ڇڏيو. ان کان پوءِ اسان پاڻيءَ سان ساسر پري انهن جي آڏو رکي تہ پيئڻ شروع ڪيائون. بعد ۾ هو ٿورو چپ ٿي ويا تہ اسان کين کڻي پاٽڙي ۾ رکي ڇڏيو.

ان ڏينهن جڏهن ماريا پيٽرووِنا ڪلاس ۾ آئي تہ اسين ٻوڙندا ساڻس ملڻ وياسين. کيس ٻُڌايوسين تہ اِهي چوزا اسان انڪيوبيٽر وسيلي ڦوڙيا آهن تہ ڏاڍي خوش ٿي.

"چئبو تہ اج اوهان جي چوزن جو جنم ڏينهن آهي. اوهان کي مبارڪون هُجن."

اهو ٻڌي سيني چوڪرن ڪِلي ڏنو۽ وتيا سميموف چيو:

"اسين انهن جي جنم ڏينهن جي دعوت ضرور ڪنداسين، بلڪ اج ئي ٿا ڪريون."

اها ڳالهہ سيني چوڪرن قبول ڪئي.

"ماريا پيٽرووِنا توهان اسان جي چوزن جي جنم ڏينهن جي دعوت ۾ شريڪ ٿيندينءَ؟"

"مهرباني ـ مهرباني، مان تہ اوهان جي چوزن جي جنم ڏينهن جي دعوت ۾ خوشيءَ سان شريڪ ٿيندس." ماريا پيٽرووِنا کلندي جواب ڏنو.

"مان انهن لاءِ هڪ سوکڙي کڻي ايندس."

"اسين هِنن لاءِ گهڻيون سُوکڙيون کڻي ايندا سين،" سيني چوڪرن هڪ آواز ٿي چيو.

اسين اسڪول کان جڏهن گهر پهتاسين تہ ايندڙ مهمانن جو انتظار ڪرڻ لڳاسين. اسان کي آنڊ مانڊ لڳل هئي تہ اسان جي چوزن کي الائي ڪهڙيون ڪهڙيون سوکڙيون ملنديون. سيني کان اڳ ۾ سينيا بابروف آيو جنهن کي هٿ ۾ گلدستو هو.

"اهو وري چوزن جي ڪهڙي ڪم جو آهي؟ ميان! بابروف." مشڪا هُن کان پڇيو.

"اهو چوزن لاءِ آندو اٿم. اها انهن لاءِ منهنجي طرفان سوکڙي آهي." بابروف جواب ۾ چيو.

"اڄ تائين اهو ڪنهن ڪونہ ٻڌو هوندو تہ چوزن کي سوکڙيءَ طور گلدستو ڏنو ويو آهي. چوزا گل تہ ڪونہ کائيندا آهن."

"اهي گل تہ واقعي ڪونہ کائيندا پر انهن ڏانهن ڏسندا ۽ انهن جي خوشبو تہ سونگهندا."

-" خيال تہ ڏاڍو سٺو آهي، پر هِنن ڪڏهن اهڙا گل ڏٺا ئي ڪونہ هوندا."

"اهو سچ آهي تہ هنن اڳي ڪڏهن گل ڪونہ ڏٺا هوندا. پاڻيءَ جو جڳ ڀري ان ۾ هيءُ گلدستو وجهي ڏسو تہ ڪيڏو نہ خوبصورت ٿو لڳي."

اسان پاڻيءَ جو جڳ ڀَري ان ۾ گلدستو رکيو. ان کان پوءِ سيريوزا ۽ واڊڪ آيا، جيڪي وري سِنو ڊراپ نالي وارا گل ڪٽي آيا هئا.

"اهو وري ڪهڙو طريقو آهي جو چوزن لاءِ هرڪو گل ڪٽي پيو اچي،" مشڪا ٽوڪ ڪندي چيو.

"اسان جون سوکڙيون قبول نہ ڪندا ڇا؟ هي ڇريا ڇڱائيءَ مان ڇا ڄاڻن. ڇڻ ڪين سوکڙي ڏئي دشمني وهائي اٿئون!" واڊڪ ڪاوڙ ۾ چيو.

اسان هنن جا آندل گل بہ پاڻيءَ ڀريل جڳ ۾ وڌا.

ان کان پوءِ وانيا آيو جنهن اَڌ ڪِلي جي وزن جيتري جَوَنِ جي ماني آندي هئي.

"مان سمجهان ٿو تہ چوزا اها ماني ڪونہ کائيندا،" مشڪا چيو.

"تون ڪوشش ڪري تہ ڏس،" وانيا ڪيس چيو.

"چوزن کي ائين ڪونہ کارائيندا سين. ماريا پيٽرونا اچي تہ کانئس پڇون تہ اها ڇا ٿي چوي."

ٿوريءَ دير کان پوءِ ماريا پيٽرونا بہ آئي، جنهن جي هٿن ۾ ڪا شيءِ هئي، پر اها اخبار ۾ ويڙهيل هئي. هن ٻاهر ڪيدي تہ اها شيشي جي پيالي هئي، جنهن ۾ ڪير جهڙي اڇو پائيٽ پيل هئو.

"تہ... اهو ڪير آهي،" مشڪا چيو.

"هن کان اڳ اسان اهو ڪونہ ٻڌو هو تہ چوزن کي ڪو ڪير بہ پياريو ويندو آهي" مون چيو.

"هائو هي مکڻ وارو ڪير آهي. چوزن کي شروعاتي ڏينهن ۾ هن شيءِ جي تمام گهڻي

ضرورت هوندي آهي. توهين پاڻ ڏسندا تہ چوزا هن شيءِ کي وڏيڪ پسند ڪن ٿا." ماريا پيٽروونا چيو.

اهو ٻڌي اسان چوزن کي پاڙي مان ٻاهر ڪڍيو ۽ ساسر ۾ کير وِجهي سندن آڏو رکيوسين تہ اک ڇنڀ ۾ هُنن کير پي خلاص ڪري ڇڏيو.

"چوزن لاءِ اها ڏاڍي زبردست سوکڙي آهي." مشڪا ڪلندي چيو. هن وڏيڪ اهو بہ چيو:

"اها بہ خبر هجڻ گهرجي تہ چوزن جي جنم ڏينهن تي ڪهڙي قسم جون سوکڙيون آنديون وڃن."

. مهمان هڪ ٻئي پٺيان ايندا رهيا. وتيا ۽ زينيا ٻاجهري آندي هئي.جڏهن تہ لوشا ڪيورو وري سيٽي کڻي آيو هو.

"مون کي خبر ڪانہ هئي تہ سوکڙيءَ طور ڇا کڻي وڃجي، سو مون هڪ دڪان تي سيٽيون پيل ڏٺيون. چوزن کي سوکڙي ڏيڻ لاءِ هڪ سيٽي خريد ڪيو کنيو آيس."

"اهڙو شاندار خيال توکي آيو ڪيئن؟" مشڪا مٿس ٺٺول ڪندي چيو:

"اها تہ چوزن جي جنم ڏينهن جي اصل صحيح سوکڙي آهي."

"سچ تہ مون کي خبر ڪانہ هئي تہ چوزن جي جنم ڏينهن تي ڪهڙي سوکڙي وٺي وڃجي. سيٽي کي اها چاڻ تہ ضرور هوندي تہ چوزا سيٽي وڄائڻ وڏيڪ پسند ڪندا آهن."

پوءِ هن ڇا ڪيو جو چوزن مٿان ٻيهي وٺي زور سان سيٽي وَڄائڻ لڳو تہ چوزا جن ٻتر ملڪ پئي پيتو سي ڪنڌ مٿي ڪٽي ٻيهي رهيا.

"ڏسو! اهي هن سيٽيءَ جي آواز کي ڏاڍو پسند ٿا ڪن." لوشا رڙ ڪري چيو.

سيٽي چوڪرن کان ڪل نڪري وئي.

"بس گهڻو ٿيو هاڻي هنن کي ڪجھ کائڻ پيئڻ ڏي." مشڪا کيس چيو.

ان کان پو ماريا پيٽرووِنا کان پڇيو ويو تہ چوزن کي جَوَنِ جي ماني ڏئي سگهجي ٿي يا نہ. تہ هن وراڻيو تہ اها بہ هڪ قسم جي ماني آهي. پر شرط آهي تہ پڪل چڱيءَ ريت هجي.

"اها ڪيئن پچائي سگهجي ٿي؟" مشڪا کانئس پُڇيو.

"جيئن يَـٺُ تيار ڪبو آهي."

ان کان پوءِ ڪوسٽيا آيو.

”تو چوزن لاءِ ڪهڙي سوڪڙي آندي آهي؟“ ڇوڪرن ڪوسٽيا کي ايندو ڏسي پري کان پڇيو.

”هائو بلڪل آنديون اٿم. ويجهو اچان ته ڏسجو.“ هن ڪيسي ۾ هٿ وجهي به ڇِٽ ڪَمزيون ٽيلهيون ڪڍيون.

”مون هي شيون آنديون آهن. انهن ۾ چانور پيل آهن.“ اهو ٻڌي ڇوڪرا ڏاڍو کِلڻ ۽ چوڻ لڳا:

”تون هر ڪنهن جي جنم ڏينهن تي اِهي ساڳيون رنگين ٽيلهيون کڻي ويندو آهين.“

هن ٽيلهيون مس ٻاهر ڪڍيون ته مشڪا جَهٽُ هٿي ڪانئس ڪَسي ورتيون.

”اِهو ڇا ٿو ڪرين. توکي مون تي اعتبار ڪونه آهي ڇا؟“ هن مشڪا کي چيو.

مشڪا به جَهٽَ پَٽِ ٽيلهين مان چانور ڪڍي، پليٽ ۾ وجهي وڃي چوزن جي آڏو رکيا ته انهن به هڪدم چُڳڻ شروع ڪري ڇڏيو.

مايا جڏهن ڏٺو ته ڇوڪرن چوزن لاءِ سوڪڙيون آنديون آهن ته هوءَ به پنهنجي ڪمري ۾ هلي وئي ۽ ڳاڙهي رِبن جو هڪ ٽڪر کڻي آئي ۽ ڪئنچيءَ سان ڪَٽي، فتيلون ٺاهي،



هر هڪ چوزي جي ڳچيءَ ۾ ٻـڌندي وئي. نظر ائين اچي رهيو هو تہ چوزا پنهنجي جنم ڏينهن تي ڳاڙهي 'بوٽاءِ' ٻڌيو بيٺا آهن. ان کان پوءِ اسان گلن وارا ٿانو آڻي ان جاءِ جي چوڌاري رکيا، جتي چوزا ويٺا هئا. چوزن جي ڳچين ۾ ٻڌل ڳاڙها رِبن، چوڌاري رکيل پاڻي جي ٿانوَن ۾ گلدستا، ساسرن ۾ رکيل مَکڻ وارو کير ۽ چانورا سارو وايو منڊل جنم ڏينهن جهڙو هو. ڪوسٽيا کين کوکن ۾ پوکيل ساوا جوَ کارائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هو. مٺري پيٽرووِنا کيس منع ڪئي تہ چوزا اڃا ننڍا آهن. تنهنڪري کين ساواڻ ڏيڻ سٺو ڪونہ ٿيندو. اسان بہ سوچيو تہ ساوا جوَ کين سياڻي کان ڏيڻ شروع ڪنداسين.

جڏهن چوزن مکڻ وارو کير ۽ چانور چُـڳي پوءِ کيو تہ اسان کين ڪٺي پاٽڙي ۾ رکيو. ان کان پوءِ ماريا پيٽرووِنا اسان کي مشورو ڏنو تہ پردو ڏئي، چوزن واري حصي کي ڪمري کان الڳ ڪريو. وڌيڪ اهو بہ چيائين تہ:

"ڪوسي پاڻيءَ جو هڪ ٿانءُ پري چوزن وٽ رکو تہ جيئن پاڻ سيڪي سگهن. پيو تہ چوزن لاءِ بهتر اهو ٿيندو تہ کين هـتان کان ٻاهر ڪيو. گهر ۾ هوندا تہ بيمار ٿي پوندا ۽ مري ويندا. ننڍڙن چوزن کي تازي هوا جي گهڻي ضرورت هوندي آهي."

اسان کيس پنهنجو انڪيوبيٽر ڏيکاريو جنهن ۾ بہ آنا اڃا بہ رکيا هئا.

"مون کي شڪ آهي تہ هنن آنن مان ٻچا ڪونہ ڦٽندا. ائين ٿيندو بہ آهي. اها ڪا وڏي ڳالهہ ڪانہ آهي، پر اوهان کي شاباس آهي جو اوهان ڏاڍو سٺو ڪم ڪيو آهي."

"اهو سٺو ڪم ان ڪري ٿيو آهي جو سيني چوڪرن هـن ڪم ۾ اسان جو هٿ ونڊايو ۽ اسان جي دل کولي مدد ڪئي. ڪم گهڻو هو ۽ اسان اڪيلي سر ڪري ڪونہ سگهون ها" مشڪا کيس چيو.

"هڪ ڏينهن تہ مان چوزن ڦٽڻ کان مايوس ٿي ويو هئس. ڇاڪاڻ تہ مون کي گهري ننڊ اچي وئي هئي ۽ گرمي پد هيٺ لهي ويو هو."

آنن کي ٿوري گهڻي ٿڌ لڳڻ سان ڪو نقصان ڪونہ ٿيندو آهي. آري واري ڪڪڙ بہ سدائين آنن مٿان ويٺي ڪانہ رهندي آهي. ڏينهن ۾ هڪ ڦيرو آنن تان اٿي چڳڻ بہ ويندي آهي ۽ آنا ائين ئي پيا هوندا آهن. انڪيوبيٽر ۾ رکيل آنن کي ڏينهن ۾ هڪ ڦيرو ٿڌو ڇڏيو ويندو آهي. ان لاءِ تہ جيئن ايمبريو ڪجهہ وقت لاءِ فطري حالتن مطابق رهي ۽ وڏي ويجهي. ڇاڪاڻ تہ آنن کي هروقت گرم رکڻ سان بہ نقصان رسندو آهي.

”هڪ پيريءِ مون آنن کي وڏيڪ گرمي ڏئي ڇڏي هئي ۽ گرمي پد وڃي 104 ڊگرين تي پهتو هو“ مشڪا چيو.

”پر هنن کي نقصان پهچڻ کان اڳ توکي خبر پئجي وئي هئي. جيڪڏهن اها گرمي گهٽي وقت تائين هجي ها تہ آنا خواب ٿي وڃن ها،“ ماريا پيٽرووِنا چيو.

شام جو اسان ٻن آنن کي پيچي ڏٺو تہ منجهن ايمبريو ايڏو وڏي ڪونہ سگهيو هو تنهنڪري سندن زندگي ختم ٿي وئي هئي. شايد اِئين گهٽي گرمي اچي وڃڻ ڪري ٿيو هو.

اسان انڪيوبيٽر هيٺان رکيل لئمپ جو بجليءَ وارو بٽڻ مٿي ڪري لئمپ وِسائي ڇڏي، جيڪا ٽيويهہ ڏينهن سانده ٻرندي رهي هئي. اهڙيءَ ريت ٿرموميٽر وارو پارو بہ هيٺ لهي ويو هو. انڪيوبيٽر بہ ٿڌو ٿي چڪو هو. پر اسٽووَ پرسان رکيل پاٽڙيءِ ۾ هڪ ڪٽنب ويٺو هو جيڪو ڏاڍو خوش باش ۽ مزي ۾ هو.

# چوزن جي ڳوٺ ڏانهن روانگي

اهو ننڍڙو خاندان ڏاڍو خوش هو. ننڍڙا چوزا جيترو وقت بہ پاڻ ۾ گڏ ويهندا هئا، پاڻ کي ڏاڍو محفوظ سمجهندا هئا. جيڪڏهن هڪ چوزو هُنن کان پري ٿي ويندو هو تہ ٻچ ڪان چِين چِين ڪرڻ لڳندو هو ۽ پنهنجي ڀائرن لاءِ واجهائيندو هو ۽ تيستائين چِين چِين ڪرڻ بس ڪونہ ڪندو هو جيستائين هو اچي ساڻن ملندو ڪونہ هو.

مايا جي مرضي هئي تہ شروع ۾ ئي پنهنجو چوزو کڻي وڃي، پر اسان کيسَ منع ڪئي. هوءَ هڪ ڏينهن آئي ۽ چيائين، "مان وڌيڪ ترسي ڪانہ ٿي سگهان." پوءِ هوءَ هڪ چوزو کڻي پنهنجي ڪمري ڏانهن هلي وئي، اڌ ڪلاڪ کان پوءِ هوءَ روئندي اسان وٽ پهتي ۽ چيائين:

"هو ڏاڍي زور سان چِين چِين ڪري رهيو آهي. سندس آهون دانهون ٻُڌي منهنجي دل جا ٽُڪرا ٽڪرا ٿي رهي آهي، تنهنڪري مان کيس کڻي آئي آهيان."

هن جڏهن هٿ ۾ جَهليلُ پنهنجو چوزو هيٺ فرش تي رکيو تہ هو هڪدم ڊوڙي وڃي پنهنجن ڀائرن سان مليو ۽ ماٺ ٿي ويو ۽ پوءِ ڪنڌ ۾ ٻين سان گڏجي ويهي رهيو.

. بعد ۾ اسان پردو ڏئي، چوزن وارو حصو باقي ڪمري کان الڳ ڪري ڇڏيو. تال پَتريءَ جو هڪ ٽُڪرُ وڇائي اُن مٿان گرم پاڻيءَ جو ٿانءُ بہ رکيوسين ۽ ان مٿان ڍَڪَ طور وهاڻو بہ ڏنوسين تہ مٿان پاڻي جلد ٿڌو ٿي وڃي. چوزا بہ وِهاڻي هيٺان ڪوسي پاڻي جي ٿانءَ چوڌاري ويهي رهيا. معلوم ائين ٿي ٿيو تہ هو پنهنجي ماءُ جي ڪوڙيءَ هيٺان ويٺا هجن. هتي ڪوسي پاڻيءَ وارو ٿانءُ آري تي ويٺل ڪُڪڙ جهڙو ڪم ڏئي رهيو هو.

ڪڏهن ڪڏهن اسين انهن کي گهر جي اڱڻ ۾ کڻي اچي رکندا هئاسين. اهو عمل هنن لاءِ ڏاڍو خطرناڪ بہ هو ڇاڪاڻ تہ اتي رولو ڪتا ۽ ٻِليون بہ هيڏانهن هوڏانهن پيا ڦِرندا هئا. اُن ڪري هِنن جو گهڻو وقت ڪمري اندر ئي پيو گذرندو هو. کين تازي هوا ملي ڪانہ سگهندي هئي، جيڪا هنن لاءِ نهايت ضروري هئي. هڪ چوزي تہ اسان کي ڳڻتي ڏئي ڇڏي هئي، جيڪو ٻين کان ڪمزور ۽ گهمڻ ڦرڻ ۾ ڦڙت ڪونہ هو. اهو الڳ طبيعت وارو هو.

جيڪو پاڻيءَ واري گرم ٿانءَ جي چوڌاري بہ اڪيلو وِهندو هو پر گُهمندو ڦِرندو بين سان گڏ هو. ڪائيندو بہ ٿورو هو. هي پنجين نمبر آنيءَ مان دير سان ڦٽو هو.

"هنن کي ڪنهن ڪُوٺ ۾ رهائجي نہ تہ خطرو آهي تہ ڪٿي اهي مري نہ وڃن." مشڪا مون کي چيو.

پر اسان چوزن کان ڌار رهڻ ڪونہ پئي چاهيو.

هڪ ڏينهن مان ۽ مشڪا ڏهاڙيءَ جيان صبح جو سَويل چوزن کي چوڳو ڏيڻ آياسين تہ ڇڻ اسان کي سڄاڻي ورتائون ۽ گرم ٿانءَ کي ڇڏي اسان ڏانهن ڊوڙندا آيا. اسان هنن لاءِ ٻاجهريءَ جي ٻت جي هڪ پليٽ آندي هئي. جنهن کي هول ڪري چڳڻ لڳا ۽ هڪ ٻئي کي پري ڪرڻ لڳا هئا. هنن مان هڪ چوزو پليٽ ۾ اندر ويهي رهيو.

"چوزو نمبر 5 ڪٿي آهي؟" مشڪا پڇيو.

چوزو نمبر 5 تہ ڏهاڙيءَ جيان سڀني کان پٺيان بيٺو هو. هو ڪمزور هو تنهنڪري ٻيا چوزا کيس پوئتي ڌڪي ڇڏيندا هئا. اسين بہ هن کي الڳ چڳائيندا هئاسين. ڪڏهن تہ هو ڪجهہ بہ ڪونہ کائيندو هو. پر سڀني سان گڏ ڊوڙندو ايندو هو. هي اهو ڪونہ چاهيندو هو تہ ٻيا چوزا کيس اڪيلو ڇڏي هليا وڃن. پر اڄ تہ هي ٻين سان گڏ ڪونہ هو. اسان ڳُڻي ڏٺو تہ واقعي هڪ چوزو گم هو.

اسان سمجهيو تہ گرم ٿانءَ کي پاسو ڏئي ويٺو هوندو. مون اڳتي وڌي وڃي کيس ٿانءَ جي پٺيان ڳوليو. ڏٺم تہ فرش تي ليٽيو پيو هو. مون سوچيو تہ هو آرام ڪري رهيو آهي. هٿ وڌائي کيس کنيم. معلم ٿيم تہ هن جو ننڍڙو جسم ٿڌو ٿي چڪو هو. هن جو مٿو سندس ڌڙ جسم تي ٽڪيل هو. ويچارو پنجون نمبر چوزو مري ويو هو.

اسين هن ڏانهن گهڻي وقت تائين ڏسندا رهيا سين. هن جي موت تي ڏاڍو اداس هئاسين ۽ ڏک وچان هڪ ٻئي سان ڳالهائي بہ ڪونہ ٿي سگهيا سين.

"اهو اسان جو قصور آهي. اسان جيڪڏهن چوزن کي ٻاهر ڪڍي وڃون ها تہ هِن کي بہ تازي هوا ملي وڃي ها." ان کان پوءِ اسان گهر جي پٺيان سفيدي جي وڻ هيٺان کيس دفن ڪيو.

ٻئي ڏينهن اسين سڀئي چوزا هڪ ڪاريءَ ۾ وجهي ٻهراڙيءَ ڏانهن روانا ٿياسين ۽ سڀني چوڪرن اسان کي الوداع چيو.

ماريا بہ جڏهن پنهنجي چوزي کي الوداعي چمي ڏني تہ سندس ڳلن تان ڳوڙها ڳڙي پيا ۽ روئڻ کان بس ئي نہ پئي ڪري. هن پنهنجي چوزي کي پاڻ وٽ رکڻ پئي گهريو پر ڪيس خبر هئي تہ پنهنجن ننڍڙن پائرن ۽ پينرن کان سواءِ اهو اڪيلو رهي ڪونہ سگهندو تنهنڪري هوءَ لاچار ٿي پنهنجي چوزي کي ٻين سان گڏ ٻهراڙيءَ ڏانهن موڪلڻ لاءِ راضي ٿي هئي.

اسين ڪاريءَ کي شال سان ڍڪي اچي خير سان ماسيءَ نتاشا جي ڳوٺ وڃڻ لاءِ اسٽيشن تي پهتاسين. ڪاري گرم هئي ۽ چوزا بہ ڏاڍي آرام سان ويٺا هئا ۽ سفر دوران بہ هو ڏاڍي مزي ۾ هئا. ۽ هڪ جي چِين چِين ڪرڻ تي ڪڏهن ڪڏهن سڀ گڏجي چِين چِين ڪري رهيا هئا. مسافر اسان کي اچرج وچان ڏسي رهيا هئا ۽ چِين چِين جي آوازن تي هو سمجهي رهيا هئا تہ اسان واري ڪاريءَ اندر ڇا آهي.

"منهنجا ننڍڙا ڪوڪڙي دوستو مان سمجهان ٿي تہ اوهان کي وري بہ آنن جي ضرورت پئي آهي." ماسيءَ نتاشا اسان کي ڏسي چيو.

"نہ اسين آنن وٽڻ بدران چوزا کڻي آيا آهيون." مشڪا چيو.

ماسي نتاشا شال لاهي ڪاريءَ اندر جهاتي پاتي.

"اڙي هي تہ جيئرا جاڳندا چوزا آهن! توهان کي هي ڪٿان هٿ لڳا؟" ماسيءَ نتاشا پڇيو.

"هي اسان جي پنهنجي انڪيوبيٽر ۾ ڦوٽيا آهن."

"توهين مون سان چرچا ڀوڳ ڪري رهيا آهيو. هي چوزا اوهان ضرور پکين جي وڪري واري هٽ تان ورتا هوندا."

"نہ ماسي منڙي، توکان شايد وسري ويو آهي. مهينو کن ٿيندو جو اسين ٻئي توکان آنا وٺڻ آيا هئاسين ۽ اهي چوزن جي شڪل ۾ تو ڏانهن موٽائي کڻي آيا آهيون."

"پر مون کي تہ ياد ڪونہ آهي تہ مون اوهان کي ڪجهہ آنا ڏنا هئا. ڀلا هڪ ڳالهہ تہ ٻڌايو اوهان وڏا ٿي ڪوڪڙي بڻجڻ چاهيو ٿا ڇا؟ پر جيڪڏهن توهين ڪوڪڙي ٿيؤ تہ سچ پچ وڏا شاطر ڪوڪڙي ثابت ٿيندؤ!"

"اسان کي خبر ناهي تہ ڪوڪڙي ٿينداسون يا نہ." مشڪا وراڻيو.

"پر اوهان کي چوزن کان جدا ٿيندي ڏک ڪونہ ٿيندو؟"

اسان کي ڏاڍو ڏک ٿيندو پر ماسي توکي تہ معلوم آهي تہ هن جيتامـڙن کي شهر ۾ رکڻ بہ تہ خطرناڪ آهي. هتي ٻهراڙيءَ ۾ تازي هوا ۽ کُـليل ماحول آهي. هنن کي ڊڪڻ ڊوڙڻ لاءِ بہ کُـليل ميدان ملي ويندو ۽ ٻين سگهارن ۽ متارن چوزن سان گڏ وڏندا ويجهندا. هونءَ بہ تو وٽ ڪُـڪـڙيون آنا لاهينديون رهنديون آهن.

اسان جو هڪڙو چوزو تہ مري ويو جنهن کي اسان گهر جي پنيان سفيدي وڻ هيٺيان دفنايو آهي.

"اي منهنجا پيارا ٻچڙؤ! مان اوهان سان ڏک ۾ شريڪ آهيان." هن اسان کي ڀاڪر پائيندي چيو.

"بس ائين ٿيڻو هو سو ٿيو. باقي ٻيا چوزا تندرست ۽ ٿُـلها مَـتارا آهن."

اسان چوزن کي کاريءَ مان ڪڍي ٻاهر ويهاريو تہ جيئن اُسَ جو مزو وٺن.

ماسيءَ نتاشا ٻڌايو تہ هڪ ڪڪڙ ڪاڪرائي رهي آهي. جنهن تي اسين سائنس گڏجي ڇاپري ۾ ويا‌سين ۽ ڏٺوسين تہ ڪڪڙ هڪ کاريءَ ۾ ويٺي هئي، جنهن جي چوڌاري سڪل گاهہ ڏنل هو. هن اسان کي ڏسي وٺي ٺان ٺان ڪئي. جڏهن اسين سندس آنا کڻڻ آيا هجون.

"هاڻي ڏاڍو سٺو ٿيو. اسان جي چوزن کي ڊڪڻ ڊوڙڻ لاءِ ٻيا ساٿي بہ ملي ويندا ۽ هتي ڏاڍو خوش گذاري سگهندا." مشڪا چيو.

اسان سڄو ڏينهن ماسيءَ نتاشا سان گڏ ڳوٺ ۾ گذاريو ۽ جهنگ بہ ڏسڻ وياسون. جتي پاڻي پئي وهيو. اسان پاڻيءَ ۾ بہ ٽي ٽُـٻيون بہ هنيون. اسين اڳئين ڀيري جڏهن هتي آيا هئاسين تڏهن بهار جي شروعات هئي. ٻنين ۾ اڃا گاهہ ڪونہ ڦٽو هو. پر هاڻي ٽريڪٽر ٻنين ۾ هـَرَ ڪاهي رهيو هو. زمينون ساوڪ سان ڍڪجي ويون هيون. چوڌاري ڄڻ ساوا غاليچا وڇايا پيا هئا.

جهنگ بہ ڏاڍو وڻي رهيو هو. چوڌاري گاهہ ۾ تڏون ۽ ٻيا جيت هيڏي هوڏي ڦري رهيا هئا. پوپٽ بہ ڦيرا پائي رهيا هئا. هر وڻ مان پکين جون مـٺڙيون مـٺڙيون لاتيون پئي ٻڌڻ ۾ آيون. علائقو ڏاڍو خوبصورت لڳي رهيو هو ۽ دل نہ پئي چاهيو تہ ڪو گهر موٽجي.

اسان فيصلو ڪيو تہ اونهاري ۾ هتي ايندا‌سون ۽ پاڻيءَ جي واهڙ ڀرسان تنبو هڻي ڪنهن مهم جُوءِ جيان ڪي گهڙيون گذاريندا‌سون.

نيٺ گهر وڃڻ جو وقت به اچي ويو ان ڪري الوداع چوڻ لاءِ ماسيءَ نتاشا وٽ آياسين. وڃڻ وقت هنِ اسان کي ڪيڪُ ڏنو ۽ چيو ته گاڏيءَ ۾ کائجو. ان کان سواءِ اسان کان واعدو ورتائين ته اونهاري واريون موڪلون وٽس اچي گذاريون.

وڃڻ وقت گهرجي پوئين پاسي وڃي پنهنجي چوزن کي الوداع چئيسين. ان وقت اهي خوشيءَ وچان وڻن ۽ ٻوٽن ۾ ٽِڪي ڊوڙي رهيا هئا. هو هتي پهچي ڏاڍا خوش ٿيا هئا. سمورا چوزا پاڻ ۾ گڏجي ڳُهمي ڦِري ۽ چُگي رهيا هئا. جيڪڏهن ڪو پري گاهه ۾ هليو ٿي ويو ته ٻين جو آواز ٻڌي واپس پنهنجي ساٿين وٽ موٽي ٿي آيو.

الوداع! اي ڪل خوشيءَ وارا پيارا ڪٽنب. تازيءَ هوا ۽ اُس ۾ اوهان جو وقت ڏاڍو سٺو گذرندو ۽ ٻين سگهن متارن ڪُڪڙن ۽ ڪُڪڙين جيان اوهين به جلدئي وڏا ٿي ويندا. گڏجي ڳُهمو ڦِرو. جيڪڏهن ڪو وڙهڻ اچي ته هڪ ٻئي جي مدد ڪجو. اهو به ياد رکجو ته اوهان پاڻ ۾ ڀائر ڀينر آهيو - هڪڙيءَ ماءُ جا ننڍڙا ٻچڙا... يعني اوهان هڪ انڪيو بيٽر جاوا آهيو. اوهين ڪڏهن آنن جي شڪل ۾ هڪٻئي ڀرسان پيا هئا. ان وقت اوهين نه ڳُهمي ڦِري ٿي سگهيا ۽ نه وري اوهان ۾ چڳڻ جي سگهه هئي. اوهان کي اهو به نه وسارڻ گهرجي ته اسان انڪيوبيٽر جوڙيو هو. جيڪڏهن اهو نه هجي ها ته اوهين هتي اچي ڪونه سگهو ها ۽ اوهان کي اِهو پتو به پئجي ڪونه سگهي ها ته دنيا ۾ زنده رهڻ ڪيڏو نه عجيب آهي.

اِئين چئي مان ۽ مشڪا اوهان کي الوداع چئون ٿا.

۽ پوءِ مُشڪا ۽ دوست ٻنهي هٿ لوڏيندي، چوزن کان موڪلايو.



”هيءُ ڪتاب, ’جاڪوڙي ٻالڪ‘, روسي ٻوليءَ ۾ لکيل هڪ ڪتاب جي انگريزي ترجمي, ”Jolly Family“, جي پهرئين ڪتابڙي جو ترجمو آهي. ترجمو وڏيءَ ڪاريگريءَ ۽ محنت سان ٿيل آهي, جنهن کي مزيد سڌاري ٺاهي, ائين شايع ڪيو ويو آهي, جو اصل سنڌيءَ ۾ لکيل پيو معلوم ٿئي. هيءُ ڪتاب سنڌي شاگردن, استادن ۽ والدين لاءِ علم جي تلاش ۽ تدريس لاءِ رهبريءَ جو ڪم ڏيندو.

اصل روسي ڪتاب جو ٻه اِهو ئي مقصد هو ته 1917ع جي پورهيت انقلاب جي سماجي ماحول ۾ عام ٻارن جي تعليم لاءِ خود- سِکيائي تدريس جي جديد راه روشن ٿئي. باقي ڪتابڙن جو ترجمو به ائين ئي پوريءَ ذميداريءَ سان سنڌي ۾ شايع ٿئي -اِها اسان جي اميد به ۽ ثواب ٿئي! سڄي دنيا جي اجوڪي دؤر ۾ ٻارن جي عام تعليم لاءِ اهڙن ئي ڪتابن جي گهرج آهي“

محمد ابراهيم جويو

A-41 صحافي ڪالوني,

حيدرآباد, سنڌ

25 اپريل 2011ع



**Phoenix Books**
C-73, GMB Colony, Qasimabad,
Hyderabad, Sindh, Pakistan.
Ph.00-92-22-2655021,
E-mail:trdsindh@yahoo.com

موضوع: ٻاراڻو ادب